# کن پل جو چانورو

(ناوليٽ)

ممتاز بخاري

سنڌي ساهت گهر- حيدرآباد، سنڌ.

١٩٩٧ع

سمورا حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: ڪن پل جو چانورو
موضوع: ناولٽ
ليکڪ: ممتاز بخاري
ڇاپو پهريون: نومبر ١٩٩٧ع
ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول عباسي
ڪيليگرافي: موهن لال مکواڻا
ڪمپوزنگ: ناز ڪمپيوٽر اڪيڊمي،
آفيس نمبر 18، سيڪنڊ فلور،
شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال
ڪينٽونمينٽ، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 784350

قيمت: =/40
(چاليهه روپيا فقط)

سنڌي ساهت گهر، ڪتاب نمبر (98)

**Khan Pal Jo Chanwro (Novlet)**

*By: Mumtaz Bukhari.*
*1st. Edition: Nov. 1997.*

*Published by: Naz Sanai.*

*Sindhi Sahat Ghar*
*Office No. 18, Second Floor Shelter Cantt.*
*Shopping Mall, Cantonment, Hyderabad Sindh.*
*Book No. 98*
*Price Per Copy: Rs. 40/=*

## ٻہ اکر

سنڌ جي ادبي ڪيتر ۾ ڪيترا نوان نالا، اسان مثال طور ڳڻائي سگھون ٿا. جن ۾ ممتاز بخاريءَ جو نالو تہ گھڻن کان گوءِ کٽي ويل آهي.

ڪهاڻي ءَ نثر ۾ هو نہ رڳو لکي ٿو پر پڙهي بہ ٿو. سڄي دنيا جي ادب ۾ جيڪي ڪجھہ ٿئي پيو، هيءُ ان تي اک رکندو ٿو اچي...

سنڌي ادبي سنگت ۾ هن هڪڙي سٺي منتظم ۽ جاکوڙي جي حيثيت ۾ پنهنجو نالو ڄمايو. هُن جي پيٽ پوجا ۾ صحافت حائل ٿي وئي آهي. اُن ٻج ٻڃان واري صحافتي دنيا ۾ اچي ادب کي هو گھربل ٽائيم نہ پيو ڏئي سگھي.

سندس هن ننڍڙي ناولٽ "ڪن ٻل جو ڄانورو" پڙهڻ کانپوءِ هر ڪنهن جي من ۾ ضرور خواهش جاڳندي تہ هو اڃا گھڻو لکي... اڃا گھڻو لکي... ڇو تہ اُن وٽ لکڻ جو سنو ڏانءُ آهي.

هُن جي هن ناولٽ 'ڪن ٻل جو ڄانورو' ۾ هُن جنهن ڪهاڻيءَ کي کڻي، اُن سان نوڙ ڻائين نباءُ ڪيو آهي، اُن لاءِ کيس داد ڏئي سگھجي ٿو.

هن جي ٻولي بہ سَولي ۽ سنهنجي آهي ۽ سندس لکڻ جو انداز اَجا بہ وڻندڙ آهي.

ممتاز بخاريءَ جون ڪهاڻيون توڙي هيءُ ناولٽ پڙهي اُن مان اميد رکي سگھجي ٿي تہ هو لاڳيتو لکندو رهيو تہ سنڌي ادب کي گھڻو ڪجھہ ڏئي سگھندو.

**نـاز سنـائـي**

٢٧- نومبر ١٩٩٧ع

آفيس آفيس نمبر 18، سيڪنڊ فلور،
شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال ڪينٽونمينٽ، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 784350

# ١

شام فضا ۾ سانورو رنگ ڦهلايو. سموري شهر ۾ بلب ٻرڻ لڳا. رات ماحول کي پنهنجي ڀاڪر ۾ آندو. گهرن جي دروازن تي رات چنبڙي پئي. وڻ اوندهه ۾ وهنججي ويا. رڳو بلبن جي روشنين پنهنجي وس آهر اوندهه کي ڏور ڌوڪڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي.

هن جو پاڇو روشنيءَ پوڻ سان ڪڏهن تمام ڊگهو ٿي ويو پئي ته ڪڏهن سندس قد کان به ننڍو. شام کان ئي اڪيلائي، تڙپ، درد ساڻ ڪري روز جيان انهن روڊن تي گهمي رهيو هو جتي اڪثر ڪري ويراني هوندي آهي. ڪڏهن ڪا موٽر سائيڪل، ڪار، رڪشا يا ٽانگو گذري وڃن ته نيڪ نه ته گهٽو ڪري خاموشيءَ جي ڊگهي ديوار ڪنيل. هو روڊ گهمندو رهيو، سوچيندو رهيو. زندگيءَ کان آجي ذهن سان، خوشين کان وانجهيل من سان، رستن جو رولاڪ واٽهڙو ٿي گهمندو رهيو. ڪڏهن پنهنجو پاڻ سان ٿي ڳالهايائين: ”زندگي بيهي چو نه ٿي رهي! هن تڙپ کان - هن جيئڻ کان ته بهتر....“ پنهنجي ساڄي هٿ جي تريءَ تي کاٻي هٿ کي ٻڪوڙي ٺونشو هنيائين. هينيون چپ ڏندن ۾ وڏائين. سندس وڌيل ڏاڙهيءَ جا ڪجهه وار ڏندن ۾ اچي ڪترجي ويا ۽ هن ٽڪ اڇلي آهي ٻاهر ڪڍيا. سوچيائين: منهنجو جيون به ته ائين ڪنجي ٻاهر اڇليو ويو آهي.

اوندهه ۾ ٻڌل اکين ۾ پاڻي اچي ويس. لڙڪ سندس ڏاڙهيءَ ۾ اچي قيد ٿي ويا. روڊ تي گهمندي ڪجھ وقت وهامي چڪو هئس. ڪيس اوچتو ڪجهه ياد آيو، ”اوه! اڄ ماسي ايندي، پرهاڻ ته اچي چڪي هوندي.“

هن جون وکون گهر ڏانهن وڌڻ لڳيون. ڪيس احساس ٿيو ته انهن کي آئي ته ڪوڙ وقت ٿي چڪو هوندو. پريان رڪشي جو آواز

ٻڌي ويهي رهيو. هٿ جي اشاري سان رڪشا روڪرائي ان ۾ وينو ۽ گهر جو ڏس ڏنائين .هونئن تہ روز پنڌ ويندو هو ۽ ڏاڍو دير سان پڻ. پر مهمانن جي اچڻ جي ڳالهہ ياد پوڻ تي هن جلديءَ ۾ گهر پهچڻ ٿي چاهيو. گهر وٽ اچي ڪرايو ڏنائين. سندس چهري تي سنجيدگيءَ جا سوين تهہ چڙهيل هئا. دروازي وٽ بيهي چاهيائين تہ چهري تي ڪجهہ نہ ڪجهہ تبديلي آڻجي. پر هو پاڻ کان لنوائي نہ سگهيو ۽ دروازو کولي اندر داخل ٿيو. ورانڊي اڳيان آڳر تي چار ڪتون پيل هيون. پريان سيرانديءَ کان چار ڪرسيون پڻ رکيل هيون. سندس ماسي ڪٽ تي پنهنجي پيٽ سان ويٺي هئي. ماءُ جي مٿس نظر پئي تہ هلڪي ڪاوڙ ڪندي چيائين، "ابا امتياز، شابس ائي. توکي چيو هوم تہ اڄ تنهنجي ماسي ايندي. ڪيترا ڀيرا ياد ڪرايو ماڻ، پوءِ بہ وساري ڇڏيئي."

"امان! جنهن ماڻهوءَ کي اها خبر ناهي تہ هو پاڻ آهي يا ناهي، ان کي ٻي ڪهڙي ڳالهہ ياد ايندي؟" هن ڏکاري مرڪ چپن تي آڻيندي چيو.

سامهون ڪرسيءَ تي ويٺل گِهرن نيڻن واري خوشبو جملو ٻڌي ڇرڪي پئي ۽ ڏانهنس هڪ گهري نگاهہ اڇليائين. ڏنائين تہ هن کي سرمائي رنگ جا ڪپڙا پهريل آهن. سندس ڏاڙهي وڌيل آهي. بي ترتيب اچان ٻيلو بہ ترتيب سان هوندو آهي. هوءَ هن جي اکين ۾ ڏسي نہ سگهي ڇو تہ انهن تي ڇپرن جي ڇانوَ آيل هئي. هو اڳتي وڌيو. جهڪي ماسيءَ کي پيرن تي هٿ رکيائين. ماسي سندس چهرو ٻنهي هٿن ۾ وجهي نرڙ چميو. مٿس نظر وجهي چيائين، "ابا! هي ڪهڙو حال ٺايو ائي. مورڳو مُلو ٿو لڳين."

هن چپن تي مرڪ آندي، پر ان لاءِ بہ ڪيس اندر جنگ جوٽڻي پئي. ماءُ چيو، "ابا امتياز! هي خوشبوءِ آهي."

هن خوشبوءَ ڏانهن ڏٺو. جنهن جي چهري تي سوچن جا نقش

چتجي ويا هئا. "السلام عليڪم!"

"وعليڪم السلام." خوشبوءَ وراڻيو. "نيڪ آهيو نہ."

هن رڳو ڪنڌ ڏوڻي هاڪار ڪئي. پر سوچيائين: خوشي خبر ناهي ڇاڪي ڇئبو آهي؟

خوشبو هن جي ماسيءَ جي ڌيءَ هئي. بس ڪڏهن ڪڏهن ملاقات ٿيندي هئن. هو جڏهن حيدرآباد ماسيءَ وٽ ويندو هوتہ اڪثر خوشبوءَ سان ملي ڪونہ سگهندو هو، ڇو تہ هوءَ ان مهل يونيورسٽي يا سڪين ڏانهن ويل هوندي هئي. جي ملاقات ٿي بہ هئن تہ رڳو "هاءِ هاءِ" ڪئي هئائون، يا هڪ ٻئي سان تعليم، آئيندي وغيره تي ڳالهہ ٻولهہ ٿي هئن.

هنن وٽ هوءَ خيرپور پهريون ڀيرو آئي هئي. اهو بہ تڏهن جڏهن يونيورسٽيءَ ڪان واندي ٿي هئي.

ماسي، امتياز سان ڳالهائڻ ٿي چاهيو. هو رڳو جواب ئي ڏئي رهيو هو. سو بہ ٻن ٽن لفظن جي مختصر جملي ۾. وينو تہ هو، پر ماڻهن ۾ ويهندي ڄڻ ڪيس ڏنگ لڳي رهيا هئا. توڙي جو ماسي الاهي وقت ڪان پوءِ ملي رهي هئس پر، دل جي دردن ڪي هو روڪي نٿي سگهيو جيڪي هن جي ذهن تي واسو ڪيو وينا هئا.

خوشبو هن جي حالت ڏسي ڏانهنس گهري نظرن سان نهاري رهي هئي. ڇهري پنيان دردن جي زخمن کي جاچڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. گهر ۾ ڄڻ زندگي امتياز جي اداسيءَ ۾ ويڙهجي وئي. مهمانن جي اچڻ سان جيڪا هلچل ٿيڻ کپندي هئي سا مايوسي جي ور چڙهي وئي. امتياز محسوس ڪيو تہ هن جي ويهڻ سان سيني جي ڇهرن تي هلڪي چُپَ آڪيرو اڏيو آهي. هن چاهيو تہ ڪجهہ ڳالهائجي پر اهي لفظ ڪٿان آڻي جيڪي خوشيءَ جي گلن سان مهڪيل هجن. ائين ئي سوال ڪيائين "امان بابا ڪيڏانهن ويو؟"

”پاڙي ۾ ويو آهي. ٻاٽين جيڪو ڦڏو ڪيو هو ان لاءِ ويو آهي، اجهو آيو.“

”ماني ڪائي وينا آهيو....“ هن جملو اڌورو ڇڏيو.

”بس، ٻٽهين اچي تہ ڪائون تا.“

جهٽ لاءِ خاموشي ڇانئجي وئي. امتياز محسوس ڪيو تہ اهو سڀ ڪجهہ هن جي ڪري ٿيو آهي. ان ڪري هن ڳالهہ جاري رکڻ چاهي. خوشبوءَ ڏانهن ڏسندي چيائين، ”توهان نٿيون ڳالهايو.“

”ڇا ڳالهايان؟“ هن ڪرسيءَ تي ويهڻ جو اسٽائيل بدلائيندي پڇيو.

۽ هو رڳو چَپَ پڪوڙي پنهنجي اداسيءَ ۾ پيهي ويو.

وري خاموشي ڇانئجي وئي.

”امان وقار؟“ امتياز ٻن لفظن ۾ ماءُ کان پڇيو. وقار جو نانءُ کڻندي درد جو هلڪو جهوٽو هن کي ڇهي ويو.

”شام آيو هو ڪرڪيٽ کيڏي. ڪجهہ دير وينو ماسهن سان ڪچهري ڪيائين. وري دوستن ڏانهن ويو آهي. چيائين تہ اجهو ٿو موٽي اچان.“

امتياز جملو پورو مس ڪيو تہ ماسي ڪانئنس پڇيو، ”ابا؛ ادي ٻڌايو آهي تہ تو واري زال پيڪين هلي وئي آهي؟“ جهٽ رکي چيائين، ”گهرن ۾ اهو مڙيئي ٿيندو رهندو آهي. وٺي اچينس نہ.“

ان اوچتي موضوع امتياز جي چهري جا تاثر بدلائي ڇڏيا. سندس حالت ان مسافر جهڙي ٿي وئي جيڪو عمر جو وڏو حصو ٻاهر ڪمائي گهر ايندو هجي تہ رستي ۾ لٽيو ويو هجي. کيس لڳو تہ اڳيان ڪير بہ ناهي وينو. سڀ منظر گم ٿي ويا آهن. اکين اڳيان اچا ۽ ڪارا پردا اچڻ لڳس. ڪجهہ گهڙيون ائين ئي وينو رهيو. اوچتو ٽپ ڏيئي اٿيو. ڪو لفظ ڳالهائي بنا تڪڙ ۾ پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو.

نئين صورتحال ۾ خوشبو حيران ٿي وئي. ڪيس سمجهه ۾ نٿي آيو تہ هي ڇا پيو ٿئي. خوشبوءَ جي ماءُ ڇيو، ”ڇو ادي ڇا ٿي ويس؟“

امتياز جي ماءُ جي چهري تي دردن جا پراڻن ڪندرن وانگي آثار ابري آيا. ” پيڻ ڪهڙيون ٿي ڳالهيون پڇين! هن جي انهن سورن ئي تہ اسان ڪي اڌ مئو ڪري ڇڏيو آهي. امتيازجي حالت ڏسي اصل هيانءُ چيرجي ويندو آهي.“ سندس اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. ”پيڻ توکان ڪهڙو لڪائڻو. جڏهن نہ جوٽس رسي وئي هئي تہ هن جي حالت ڏاڍي خراب ٿي وئي هئي. ٻہ ٻيرا پاڻ کي مارڻ.... “ ممتا جو پيار گهائجي پيو ۽ هوءَ سڏڪي پئي، ”بس ادي.... پوءِ ڏاڍو ڏکيو وڃي ڪيس هن حال تائين پهچايوسين. ڪوڙ ڏينهن سانده ڊاڪٽر هن کي نشي واريون سيون هٽندا رهيا. جيئن سوچن تان ڪجهہ مٿائي سگهي.“

امتياز جي ماسي آگر وات ۾ وڌي. خوشبو ڇرڪي سڌي ٿي ويٺي. ”واقعي ماسي!“ هن حيرت وچان رڙ ڪئي.

”بس ڌيءَ.“ امتيازجي ماءُ هيانءُ منجهندو محسوس ڪيو.

”آخر ڇو؟“ خوشبو پڇيو، ”ڇا هن کي زال سان ايڏي محبت آهي؟“

”رڳو محبت، اصل ساهہ ئي ان ۾ اٿس.“ امتياز جي ماءُ وراڻيو.

”ان جو ڪو ڪارڻ؟“

”ڌيءَ – وقار.“

”ڇا مطلب ماسي؟“

ماءُ ڊگهو ساهہ کنيو. اکين ۾ هلڪي پاڻي جو تهہ چڙهي ويس. ”ڌيءَ، ايڏو ارڏو ۽ خود غرض آهي. جو رڳو پنهنجي ئي من ماني پيو ڪندو آهي...“

هوءَ اجان ڳالهائي رهي هئي تہ امتياز جو پيءُ آيو. ”معاف ڪجو، دير ٿي وئي.“

”نہ ياءُ ڪا ڳالھ ناهي.“ سندس زال جي پيڻ وراڻيو.
”ماني کاڌي ٿؤ؟“
”نہ، توهان جو انتظار هو.“ هن پيري سندس زال وراڻيو.
”امتيازآيو؟“
”ها آيو آهي،“ ماءُ جي مک تي درد ڊوڙي ويو.
”سڏينس تہ ماني کائجي.“
امتياز جي ماءُ ڪنڌ جهڪايو. ڏکاري آواز سان چيائين، ”هاڻ هو ماني نہ کائيندو.“
زال جي جملي کان پوءِ هن وڌيڪ ڪجھ نہ چيو. ڪيس چاڻ هئي تہ امتياز تي وري درد جي وير اچي وئي هوندي.

## ٢

ماني کائيندي سيني جي چهرن تي اداسي ڇانيل هئي ۽ ڪنهن به ڳالهائڻ نه ٿي چاهيو. ٻاهريون دروازو کليو ڪنهن لت هڻي کوليو هو. ٻئي زال مڙس سمجهي ويا ته سندن لاڏلو وقار اچي ويو. جيڪو روز جيان دروازي کي زور سان لت هڻي داخل ٿيو هيو. هنن ان ڪڙڪي تي ڪو خاص ڌيان نه ڏنو، رڳو خوشبو ۽ سندس ماءُ ڏانهن تاثر جاچڻ لاءِ ڏٺائون. جن ڪڙڪي تي هڪدم قري نهاريو هو. وقار سيتي وڃائيندو ڊائننگ ٽيبل وٽ آيو. جيڪا ورانڊي ۾ رکيل هئي گهر ڪواٽر جهڙو نهيل هو، ٽي ڪمرا لڳاتار قطار ۾ نهيل هئا. ڏکهو ورانڊو، جنهن جي اڌ کي چارين سان بند ڪري ڊائننگ روم بڻايو ويو هو ۽ اتي ئي فرج رکيل هئي. ورانڊي جي ٻئي ۾ بورچيخانو هو. ان سان گڏ ٽڙخانو ۽ ليٽرين هئي. ورانڊي اڳيان ڇڱو خاصو آڳر هو. اڱڻ جي وڏي حصي ۾ سرن جو فرش هو. ديوار ڪان ٻه ٻه فوٽ پري گل ٻوڪيل هئا ۽ هڪ ٻير ٻڻ دروازي جي ٻاهران هئي. پر ان جون لامون گهٽي ٻاگي اندر هيون. گهر جي چوڌس ڏکهي ديوار هئي. ڊائننگ ٽيبل جي ٻيڪ واري ڪمري کي به در هئا. هڪ ورانڊي ڏانهن ۽ ٻيو گهر جي ٻنين ٻاسي ڪان. اِهو ڪمرو اوطاق لاءِ ٻڻ استعمال ڪيو ويندو هو. وقار رات جو ان ڪمري ۾ سمهندو هو ۽ سندس استعمال جو گهڻو ٿڌو سامان به ان ۾ رکندو هو. وچين ڪمري ۾ سندس ماءُ پيءُ سمهن. ٽيون ڪمرو امتياز جو هو. ۽ هڪ ننڍڙو اسٽور روم جيڪو امتياز جي ڪمري پرسان هو.

وقار جيئن ئي پهتو سندس ماءُ جي چهري تي انديشن جا تاثر ابري آيا. ٿورن ئي لمحن ۾ انهن انديشن کي وقار حقيقتن جا ڪپڙا پارائي ڇڏيا. "مما، توهان ماني کائي رهيا آهيو، منهنجو انتظار به نه

ڪيئن؟"

ماءُ ڪيس پيار سان چيو، "پٽ، هاڻي هاڻي شروع ڪئي آهي. آ ويهه."

"تہ پوءِ بہ تي منت بہ انتظار نہ ڪري سگهيؤ، "وقار جي چهري جا تاثر بدلجي ويا. سندس عمر چوويهہ سال، ڪيس نيري رنگ جو ٽرائوزر ۽ پيلي رنگ جي ٽي شرٽ پاتل هئي. سندس وار سنها، نرڙ کي چمندڙ، ڪلين شيو، پورو پنو قد، جسم ۾ ڀريل، ڪيس چنبيءَ ۾ ڪاري زنجيري پاتل هئي.

وقار کي سندس ماسي چيو، "ابا وقار، هينئر ئي شروع ڪئي اٿؤن، آ ويهہ."

"نو ماسي." هن چڙب واري لهجي ۾ چيو.

وقار جي ماءُ ۽ پيءُ جي چهرن مان رنگ چڙهائي ويو. هنن هڪدم خوشبوءِ جي ماءُ ڏانهن ڏٺو، جنهن جي چهري تي ڪاوڙ يا شڪائپ جي جاءِ تي مرڪ ڏسي، ڪين ٿوري شانت محسوس ٿي. ماءُ ڪيس چيو، "ڏس مهمان آهن."

"نہ هي مهمان ناهن." وقار سخت لهجي ۾ چيو، سندس پيءُ کي ان جملي ڪاوڙ ڏياري ڇڏي. هو ڪاوڙ ۾ ڪجهہ چوڻ وارو هيو تہ وقار ٻيهر چيو، "هي منهنجي ماسي، هوءَ ماسات ۽ توهان هنن کي چئو ٿا مهمان آهن." وقار جي هڪدم ان نئين انداز کي ڏسي خوشبو مرڪي ڏنو ۽ وقار جون نظرون سندس مرڪ ۾ ڦاسي پيون. خوشبو جي چپن ۾ چر پر ٿي، "ماسات ٿو چئين تہ پوءِ ويهہ ماني کاءُ."

وقار جنهن جي زندگي خود غرضي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان ڀريل هئي، ان نئين لهجي جڻ تہ هن کي هارائي وڌو ۽ هو خاموشيءَ سان ڪرسي تي وينو ۽ ماني کائڻ لڳو.

# ٣

صبح جڏهن پنهنجن ٽڏن چپن سان فضا کي چميون ڏيئي رهي هئي ۽ سج جا ڪرڻا انهن پلن کي سنهري رنگ ۾ ڊوئي رهيا هئا. تڏهن خوشبو جا قدم امتياز جي ڪمري ڏانهن وڌڻ لڳا. هوءَ رات جي گهڻي حصي تائين امتياز جي رويي ۽ رات واري وارتا بابت سوچيندي رهي هئي. ڪيس امتياز ان پوپٽ جيان لڳو هو جنهن جا رنگ پار جي هٿ ڇهڻ سان لهي ويا هجن. سندس دل جي هڪ ڪنڊ ۾ همدرديءَ جي جذبي چرپر ڪئي. هن جا قدم، دل جي ڌڙڪن ۽ سوچون بي ترتيب ٿي ويون. هوءَ در وٽ بيهي رهي. ڪيس خيال جاڳيو ته امتياز متان اڃان جاڳيو نه هجي. ڪيس ڪنن تي اندران ميوزڪ جو آواز ايندو محسوس ٿيو. اوچتو دروازو ڪليو. سامهون امتياز بيٺو هو جنهن جون اکيون ڳاڙهيون ۽ چهري تي اداسي ڇانيل هئي. هن اداس مرڪ چپن تي آندي ۽ خوشبو کان پڇيائين، "توهان؟"

"ها، آئون توهان ڏانهن پي آيس." خوشبو ڌيرج سان وراڻيو.

"پوءِ اڃو هتي ڇو بيٺيون آهيو؟" امتياز دروازي کان هٽي ويو. "مون سوچيو متان جاڳيا نه هجو".

"ننڊ ڪٿي ايندي آهي جو جاڳان." ڏکاري لهجي سان چيائين، "اچو، اچو اندر، توهان ويهو، جيسين مان گرڙي ڪري اچان."

هوءَ اندر داخل ٿي ۽ امتياز ٻاهر نڪتو. بلب جو بٽڻ آن ڪيائين. هن ڪمري ۾ ڏٺو، در جي ساڄي پاسي کان پلنگ هو جنهن جي چادر گهنجيل هئي. پلنگ جي پڪ سان ننڍڙي ٽيبل رکيل هئي. جنهن تي متان ٽيپ ۽ ڪيسٽون رکيل هيون. ڪيسٽون ڏاڍيون بي ترتيب ڪَورس مان نڪتل، ڪجهه هيٺ به ڪريل هيون. ان ويل سائين مرنا جي يڪتاري واري ڌن هلي رهي هئي. ٽيبل جي پڪ ۾ ترالي بيٺي

هئي. جيڪا ٽي وي ۽ وي سي آر لاءِ هئي. خالي پيل هئي. مٿان ڪجھ ڪتاب ۽ رسالا رکيل هئا. ٽي وي ۽ وي سي آر وقار جي ڪمري ۾ هئي. ٽرالي سان گڏ ڪتابن جو شيلف هو.

ڪتاب بي سونهين نموني پيل هئا. هن نظر ڦيرائي. ڪاٻي پاسي کان ڪرسيون رکيل هيون. دروازي جي پڪ سان ڊريسنگ ٽيبل ۽ ان اڳيان اسٽول رکيل هو. ڊريسنگ ٽيبل تي رکو ڦٽي ۽ هڪ برش پيل هو. ڪمري جي وچ تي هڪ ٽيبل هئي. جنهن تي پڻ ڪتاب ۽ رسالا هئا. هن جي نظر هڪ ڀيرو ٻيهر بيڊ ڏانهن کڄي وئي. بيڊ تي ايش ٽري رکيل هو. جنهن ۾ سگريٽن جا ٽوٽا چڱي خاصي ڳاڻيٽي ۾ هئا. پلنگ کان نظر هيٺ ترڪي آيس، ماچيس جون تيليون، سگريٽن جا ٽوٽا، دز، ديوارن ڏانهن نظرون اٿي ويس سامهون کان سواءِ باقي ٽنهي پاسن کان ڪجھ ٻارن ۽ مختلف منظرن جون خوبصورت تصويرون بي ڍنگي انداز ۾ لڙڪيل هيون. هوءَ سائين مرنا جي يڪ تاري واري ڏن ٻڏندي اداس همدرديءَ واري سوچن سان ٻيٺي رهي. امتياز ڪمري ۾ داخل ٿيو.
"توهان ويهو."

هوءَ بنا ڪجھ چوڻ جي ڪرسيءَ تي ويهي رهي. امتياز ڏانهن ڏسندي چيائين، "لڳي ٿو اوهين شايد هن شعر جي حقيقي منظر نگاري ڪريو پيا. آهي نہ شعر،" ڪجھ سوچيندي.
"ها،

منهنجي جيون جيان آهن اڪلھ
منهنجي ڪمري جون هڙ شيون وکريل."

امتياز جهٽڪي سان ڏانهنس ڏٺو. خوشبوءَ جي ڇپن تي ٻيهر چر پر آئي. "سوري، جيڪڏهن اوهين مائينڊ ڪيو تہ."
هو خاموش رهيو. ڪرسيءَ تي پاڻ کي اڇلايائين، چپ

پڪوڙي، ذهن کي جهٽڪو ڏيئي درد جي ڪڪرن کي پوئتي هٽايائين.
ڏکاري مرڪ چپن تي آڻي چيائين. ”ڇا جي سوري ڪا ڳالهہ ناهي.“

ڪجهہ گهڙيون ٻيئي چپ رهيا. امتياز سانت جي ڪنڍن کي ڪڍڻ بهتر سمجهيو. خوشبوءَ کي چيائين، ”رات واري رويي تي مان ڏاڍو شرمندو آهيان. مون کي ائين نہ ڪرڻ کپندو هو. پر ....“ ٻيهر آواز ۾ اداسي اچي ويس. ”مان پاڻ مان نڪري ويو هوس. مون کان ان ويل سُڌ رُسي وئي هئي.“

خوشبوءَ کلها مٿي ڪٽندي چيو، ”نہ اهڙي ڳالهہ ناهي. آئون توهان جي درد کي سمجهان ٿي. احساس آهيم تہ توهين ڪهڙي پيڙائن مان گذري رهيا آهيو. ڪا ڳڻتي نہ ڪيو.“

امتياز ذهن هلڪو محسوس ڪيو. سوچيو هئائين تہ سندس رات جو ائين اٿي وڃڻ ڪري ماسي ۽ ماسات کي رنج رسيو هوندو پر خوشبوءَ جي لهجي مان ٿي سمجهي ويو تہ هوءَ سندس هر ڳالهہ سمجهي ٿي. امتياز چاهيو تہ رات واري رويي ڪري متان بہ هن جي ذهن جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪا ڳالهہ رهجي وئي هجي، ان ڪري هن ساڻس هلڪي ڳالهہ ٻولهہ بهتر سمجهي، ”توهان کي ادب سان چاهہ آهي ڇا؟“ امتياز کانئس پڇيو.

”پر آئون بہ هينئر اهوئي سوچيو ٿي تہ توهان کان اهوئي سوال ڪيان. ڇاڪاڻ تہ هي ڪتاب....“ خوشبو ڪتابن ڏانهن اشارو ڪيو. سندس وات گول ٿي ويو.

امتياز جو سينو اندر ڇڪجي ويو ۽ وات مان هوا نڪرڻ سان ٻيهر ساڳي هنڌ آيو. ”ها، هي ڪتاب ئي تہ آهن منهنجو سهارو، منهنجا ساٿي ۽ هي ڪيسٽون منهنجا ئي درد مون سان ونڊيندڙيون آهن.“ هن ڪيسٽن ڏانهن ڏسندي چيو.

”لکندا بہ آهيو.“

”نہ رڳو پڙهڻ سان چاهہ آهي. پر هاڻي تہ هر لفظ گولي بڻجي پيو آهي ۽ مان سيني تي، ذهن تي اهي گوليون کائي نرجو ٿيندو پيو وڃان.“ هو اوچتو چپ ٿي ويو. ”سوال تہ مون بہ ڪيو هو؟“

”ها، آئون بہ پڙهندي آهيان. اڪيلائي ونڊڻ لاءِ ڏاڍا بهترين ساٿي آهن.“ خوشبو وراڻيو.

امتياز هن جي لهجي ۾ لڪل درد کي محسوس ڪري ورتو. هن بهتر نہ سمجهيو تہ ڪانئس ذاتي سوال ڪري. خوشبو روشندان کان بہ اڍائي فوٽ هيٺ ديوار تي لڳل وال ڪلاڪ ۾ نهاريو. ”هاڻي سوا ست ٿين پيا. توهين بينڪ وڃڻ جي تياري ڪندؤ؟“

”ها، سڪر وڃڻ تائين ڪلاڪ جيترو وقت تہ لڳي ويندو آهي.“ امتياز وراڻيو.

”رات ماسي ٻڌايو تہ توهين بينڪ ۾ نوڪري ڪندا آهيو. پر مون کي جيتري خبر آهي تہ اوهان ايم ايس سي ڪيمسٽري ۾ ڪئي هئي ۽ نوڪري بينڪ ۾!!!“. خوشبو پڇيو.

”واپس اچي ٻڌائيندس.“

خوشبو ٻاهر نڪري آئي ۽ امتياز ڊيوٽي تي وڃڻ لاءِ تياري ڪرڻ لڳو.

## ۴

خوشبو کي اڻ تڻ تيڻ لڳي. سند ذهن ۾ انيڪ سوال ڪر ڪڻڻ لڳا. جيستائين هن کي خبر هئي تہ امتياز "لو ميرج" ڪئي هئي ۽ هتي نئين صورتحال، بلڪل نئين مند، ڄڻ هوءَ بهار ۾ سرءُ جو سمان ڏسي رهي هجي. ٻڌو هئائين تہ امتياز جي زال ڏاڍي ساڃاهہ واري ۽ سوبر آهي. هن سيڪجهہ جاچڻ ٿي چاهيو. پر ڪيس عجيب ٿي لڳو تہ آخر هوءَ انهن معاملن ۾ ڇو گهڙي؟ هوءَ هن جي سڳي ماسات هوندي بہ هيل تائين گهر ۾ اوپرائپ محسوس ڪري رهي هئي. سوچيائين شايد، "ان ڪري جو گهٽو ميل جول ناهي رهيو."

هو سوچن جي ڏرتيءَ تي گهمندي رهي. امتياز جو اداس چهرو، وقار جي ارڏائپ، ماءُ جو گهايل من، پيءُ جي چپن تي چُپ جا تالا، سڀ ڪجهہ هن کي پريشان ڪري رهيا هئا. هوءَ سوچڻ لڳي. هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڪيس آئي اجان ڏيڍ ڏينهن بہ مس ٿيو هو ۽ انهيءَ وقت ۾ هن کي پلئہ پيو تہ رڳو مونجهارو.

هوءَ سوچڻ لڳي: ڇا هاڻ واپس ورڻ کپي؟ هتي رهي ڇا ٿو ڪري سگهجي.

هوءَ ورانڊي ۾ ڪرسيءَ تي اڪيون پوريو، سوچن ۾ گم هئي. سندس ماءُ پنهنجي ڀيڻ سان گڏ پاڙي ۾ ويل هئي. هن کي ڇيائون پر هوءَ نہ وئي. اڪيلي ويٺي هئي. اوچتو ڇرڪ نڪري ويس. "هاءِ ماسات، ڪٿي گم آهين؟" وقار جي ڏاڍيان آواز ۾ چيل جملي تي هوءَ جهٽ لاءِ ڪاوڙ ۾ ويڙهجي وئي. تاثر رڳو چهري تي تري آيس. هلڪي تکي لهجي ۾ چيائين، "هتي ئي تہ ويٺي آهيان."

ڪيس اڪيلائي ۾ رنڊڪ سٺي نہ لڳي هئي. پر هوءَ پاڻ سنڀاري وئي ۽ چهري کي نارمل ڪندي دير ئي نہ لڳس، "او، وقار، ڪٿي

هئين؟"

فلمي اسٽائيل ڪندي وقار وراڻيو، "بس ماسات، گهٽيون رليون سين، سنگت سان چانهه جون چسڪيون ورتيون ۽ ...."

خوشبو کلڻ لڳي ۽ وقار سندس ٿهڪن سان وهنتل چهري ۾ نهارڻ لڳو. ان ويل خوشبوءَ جي ڳچيءَ جون رڳون سيٽجي ويون هيون، اکيون پورجي ويون هئس ۽ چپن جي پوئتان سندس ننڍڙا ڏند پوريءَ طرح ظاهر هئا. هن کلي بس ڪيو ته سندس اکين ۾ آلاڻ هئي. ٻانهن سان اکين ۾ آيل پاڻي اگهيائين. وقار کي چوڻ لڳي، "واهه واهه، تون ته چوٽيءَ جو اداڪار ٿي سگهين ٿو."

وقار پنهنجي تعريف ٻڌي پاڻ ۾ ئي نٽي ماپيو.

اوچتو خوشبو وقار کان سوال ڪيو، "وقار، مون محسوس ڪيو آهي ته تون گهر وارن کي تنگ ڪندو آهين؟ ۽...."

وقار جي چهري تي هڪدم تبديلي اچي وئي. ٻن ڀرُن جي وچ ۾ هڪ سؤ يارهن جو انگ اچي ويو. هن تکي لهجي ۾ چيو، "نه، اهو غلط آهي."

ته پوءِ حقيقت ڇا هي؟" خوشبو ڌيرج سان پڇيو.

"حقيقت اها آهي ته گهر وارا مون مان تنگ ناهن. پر مان هنن مان تنگ آهيان."

"ڇا مطلب؟" خوشبو جي وجود ۾ حيرت پرجي وئي. اهڙو ماڻهو جنهن جي هر اشاري ۽ هر لفظ کي گهر وارا حڪم جو درجو ڏيندا هجن. جنهن جي خواهش ڪاڻ، سيني جا ڪنڌ جهڪي وڃن، جنهن جي ارڏاين کي ٻار جي حرڪت سمجهي قبول ڪيو پيو وڃي. انهيءَ ٻاران اهي لفظ ٻڌي هوءَ سوچن جي ترازيءَ ۾ خالي پڙ وانگي تنگجي وئي. وقار کي چيائين، "تون تنگ آهين؟ آخر ڇو؟"

"ان ڪري تنگ آهيان جو هاڻ مان ڪوڙ اڳتي نڪري ويو

آهيان. هو مونکي اهڙي رستي تي وٺي آيا آهن. جتان هاڻ واپس ٿيندي به مان ساڳي جاءِ تي موٽي اچان ٿو. مان چاهيندي به پاڻ سنڀاري نٿو سگهندا. مان پنهنجي وس ۾ ناهيان. سڀ ڪجهه سوچن تي ڇڏيو اٿم. جيڪو من ۾ ايندو آهي ۽ ايندو، اهو ڪندس."

"ڇا توکي ڪنهن جي به پرواهه ناهي؟"

"مان سوچڻ نه ٿو چاهيان، جيڪو ڪجهه ٿيو آهي جيڪو ٿي پيو ۽ جيڪو ٿيندو. مان ان جو ذميوار پاڻ کي نه سمجهيو آهي نه سمجهان ٿو ۽ نه ئي سمجهندس، ۽ توهان پڌو. پليز، مونکا اهڙي قسم جي ڪُسچننگ نه ڪيو."

خوشبوءَ لاءِ اهو نئون انڪشاف هو. هن کي وقار جي ارڏائپ پنيان هڪ بهترين انسان لڪل نظر آيو. هن وقار ڏانهن ڏٺو جنهن جي چهري تي بيزاريءَ جا رنگ اچي ويا هئا. خوشبو سندس اکين ۾ نهار وجهندي چيو، "ڏس وقار، آئون توکان عمر ۾ ڇهه ست مهينا وڏي آهيان. ان ڪري منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ."

وقار ٺهڪ ڏيڻ لڳو، "وڏي....ها ها ها.... هي نند وڏائي ڇاهي ماسات؟ ائين هجي ها ته مان بابا، امان ۽ ادا جي پيرن ۾ گلرن جيان ليٽڙيون نه پايان ها."

"چڱو، ڀلا ماسات ٿو چئين ته پوءِ. گهٽ ۾ گهٽ مونسان ته رويو چڱو رک."

وقار، جنهن رات به اهڙي ئي انداز جو جملو پڌو هو ۽ ڪاوڙ هن جي ذهن مان ئي نڪري وئي هئي ۽ هو ساٿن ماني ڪائڻ وينو هو. پوءِ رات جو هو ان لهجي ۾ گم رهيو هيو. ڪيس حيرت ٿي رهي هئي ته اڄ تائين پنهنجي مرضيءَ ڪان سواءِ ماءُ جي ٻاجهه ڏانهن به ڌيان نه ڏريو هو. پر ان جملي ۾ ڇاهو؟ ڪهڙو تاثير هو؟ ۽ هاڻي به خوشبو جي ان انداز هن جي ذهن تان جهٽ لاءِ ڪاوڙ ۽ ارڏائپ جي دز ٿڏاڻ سان

لاهي ڇڏي. هو ڪڏهن خوشبو ڏانهن ڏسڻ تي لڳو ته ڪڏهن ڌرتيءَ ۾ نهاريائين ٿي. خوشبو جي ڇپن تي لڪير آئي. پڇيائين، ”وقار، ڇا ٿيو، ڇپ ٿي ويو آهين؟“

”هان، ڪجهه...ڪجهه نه“

ڇوڪرين ڏانهن ڏسندي هن جي دل ڌڙڪندي ضرور هئي. پر هو رڳو فلرٽ ڪندو رهندو هو. ڪا به ڇوڪري هن جي من ۾ جاءِ والاري ڪونه سگهي هئي. هن تي اڪثر هڪ جنون سوار ٿي ويندو هو ۽ نهيل نڪيل ڪم ختم. هو پنهنجي ارڏاين، ڪاوڙ، ٺهڪن ۾ الڳ ٿلڳ ڍنگ جوڙڻ جي چڪر ۾ ڪيئي ڀيرا ٽاڀڙيو، ڪريو. اٿيو، سنبريو، پر هن جي هلت چلت ۾ ڪو فرق نه آيو. هو ايئن ڪندي خوش ٿيندو هو. وقار، امتياز کان چار سال ننڍو هو. ٻنهيءَ جي طبيعتن ۾ ڌرتي ۽ آڪاش جيڏو فرق هو. امتياز جي طبيعت چنڊ جي ڏيمي روشنيءَ جيان هئي ۽ وقار جو رويو جُونَ جي ٽتهڻ اس جيان هو. گهر وارن کي ايڏو پيارو جو مٿس ساهه ڏيندا هئا ۽ هو وري گهر وارن جي ساهه سُڪائڻ جي ڪڍ هو. جيڪڏهن ٿورو به دڙڪو مليس ته ڪيئي ڪيئي ڏينهن گهر مان گم، پوءِ ڪڏهن ڀيڻ پرڇائي اچيس ته ڪڏهن ماءُ. ڪڏهن جي ضد ۾ پوندو ته ماني ڪائڻ ڇڏي ڏيندو. ۽ خود غرضي ايڏي (جنهن کي هو خود داريءَ جو نانءُ ڏيندو هو.) جو ماني نه هوٽل تي ڪائي، نه ڪنهن دوست وٽ. ٻه ٻه ڏينهن بک تي ڪمري ۾ پيو هوندو. ڪنهن کي اچڻ جي همت ئي نه. جڏهن پاڻ ئي ٿڪجي پوندو تڏهن ماني ڪائيندو. هو ننڍپڻ کان ئي فطري طور ضد جي ڇانو ۾ پليو. ٻيو وري گهر ۾ ننڍو ٻار حد کان وڌيڪ پيار مليس، لاڏ سنا ويس، هن جون غلطيون نظر انداز ٿينديون رهيون. گهر جا ٿانوَ ڀڃڻ، قيمتي سامان ڀڃڻ، ڪتاب ڦاڙڻ هن لاءِ معمولي ڳالهه هئي. موت ۾ وري به هن کي پيار، لاچون، شين ۽ رانديڪن جا ڍير. سڀڪجهه ڇاٽيندي به

سندس ماءُ پيءُ هن کي خوش رکڻ لاءِ سندس هر ڳالھہ مڃڻ لاءِ پابند هئا. پر هو پنهنجي انهن روين جو ڏوهي بہ پنهنجي گهر وارن کي سمجهندو هو. سندس سوچ پنهنجي ئي وجود تائين هئي.

هو لاچار ڪڏهن ڪڏهن چڱي موڊ ۾ ايندو هو ۽ ڪڏهن تہ هو پنهنجي ارڏاين تي سڄي سڄي رات سوچيندو هو. ڪيس غلطين جو احساس پڻ ٿيندو هو ڪجھہ فيصلا ڪري سمهندو هو. پر صبح جو اهو ساڳيو ضدي وقار، دوستن سان ڪڏهن ايڏو پيار جو پيو ساھہ ڏيندو هو ۽ ڪڏهن وري انهن جا ئي مغز قاڙي ايندو هو. اجان تازو ئي جهيڙو ڪيو هئائين، جڏهن خوشبو وارا آيا هئا. پنهنجي دوست کي رڳو ان ڪري مار ڏنائين جو ڪرڪيٽ کيڏندي هو ان جي بال تي بولڊ آئوٽ ٿيو تہ چوڪرن خوشي ڪئي ۽ هن بيٽ اڇلي، اسٽمپ پٽي، ٻن ٽن ڄڻن کي وهائي ڪڍيا پنهنجي دوست کي اهڙي ڦيھہ ڪڍيائين جو ويچارو بيهوش ٿي ويو. ان جي گهر وارن ٿاڻي تي وڃڻ چاهيو پر وقار جو پيءُ پهچي ويو ۽ ان معافيون ورتيون، ڏنڊ ڏوھہ ڏيڻ لاءِ چيائين، ڏاڍي ڏکيائي سان وڃي انهن جو جوش ڍرو ٿيو. هن بي اي جو امتحان ڪاليج مان ڏنو هو ۽ لکي بہ مڙيئي ايندو هو. پر ٽُس ٻج ڊڪ ڪري، ڪجھہ ڏوڪڙ ڏيئي ڪجھہ سفارش ڪرائي پاس ڪرائي ڇڏيندو هو. انٽر ۾ "سي" گريڊ آيس تہ اچي بگڙيو، هفتو گهر ڇڏي ويو. پوءِ وڃي ٿڌو ٿيو سڀ قصور پنهنجي پيءُ جو سمجهايائين. ڪيس رپئي مان ٻہ ٽي پيسا احساس بہ ٿيندو هو، پر هو هاڻ زندگيءَ جي ان رستي تي هلندي، نئون رستو اختيار ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. ڪيس سڌ هئي پر هو اڻ ڄاڻ رهيو. من مانيون ڪندو رهيو، مرضيون مڙهيندو رهيو، پيءُ جون، ماءُ جون سڀ محبتون هن جي خود غرضيءَ جي ڄُتين ۾ لتاڙبيون رهيون. هو ڪيس ڇڏي پڻ نٿي سگهيا. ڪين پيارو ساھہ ڪان بہ وڌيڪ هو. هنن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪندي وقار ڄڻ هڪ قسم جي لذت محسوس

ڪندو هو ۽ پوءِ وري پاڻ پڇتاوَن جي چادر پائي سمهندو هو ته سوچون هن کي سڻو انسان بڻائڻ لاءِ گهلي ويندي يون هيون. پر ڏينهن جي روشنيءَ ۾ هن کان سڀ پڇتاوا ڏور هليا ويندا هئا. هو جڻ عادي بڻجي چڪو هو. هن خوشبوءَ جي لهجي ۾ بلڪل نواڻ محسوس ڪئي ته دل جي دنيا ۾ ڪٿي ڏور ڪو گهنڊ وڄندي محسوس ٿيس. ڇو ٿيس؟ تنهن کي هو پروڙي نٿي سگهيو. هاڻ به جڏهن خوشبوءَ بهار جي مند جهڙي لهجي سان ڪيس، ماسات جو احساس ڏياريو ته من جي پهاڙن ۾ ڪٿي چشمو ڦٽندو محسوس ٿيس. ڪيس اِهو لهجو، اِهو انداز سڻو لڳو، جڻ ته هو پنهنجائپ جي اهڙن جملن لاءِ ترسندو رهيو هجي. جنهن ۾ ٿوري ڪاوڙ، ٿوري چاهت هجي. هن ٻڌا هئا ته رڳو پيار ۾ ٻڌل جملا ۽ ڪڏهن بيزاريءَ واري پيار جا لهجا. پر اڄ ۽ ڪلهه هن نئون انداز ٻڌو، بلڪل نواڻ.

”ڇا ٿو سوچين؟“ خوشبو پڇيس.

”ڪجهه به نه.... ڪجهه به نه....“

هو اتي ٻيهڻ ۽ وڃڻ جي ڇڪتاڻ ۾ هو ته سندس ماءُ ۽ ماسي پاڙي مان موٽي آيون.

## ٥

خوشبو سنڌ يونيورسٽيءَ مان تازو اڪنامڪس ۾ ايم اي ڪري واندي ٿي هئي. يونيورسٽيءَ جو ماحول ڇڏي جڏهن هوءَ گهر آئي تہ ٻانيائين ڇڻ ڪلندي ڪلندي اوچتو ڇُپ ٿي وئي آهي. گهر جيڪو اڳ ۾ بهار جي ڪا شام لڳندو هيس. هاڻ جون جي منجهند ٿي لڳس. سوچيائين، ڇا ڪجي؟ جڏهن ماءُ خيرپور هلڻ جي آفر ڪيس تہ هوءَ هڪدم تيار ٿي وئي.

هوءَ سوچي آئي تہ اتي ويندس، نئون ماحلو ملندو. ماساتن سان ملنديس، جن کي هوءَ ڪڏهن ڪڏهن ئي ملي سگهي هئي. رڳو گهر ۾ سندن ماءُ جي واتان ذڪر ٻڌندي رهندي هئي. وياڪل من کي وندرائڻ لاءِ خوشبو جڏهن خيرپور پهتي تہ سندس پروگرام هو تہ پندرهن ويهہ ڏينهن رهندي، ڪوٽ ڏيجي جو قلعو گهمندي، سچل جي دربار ڏسندي، سکر سنڌوءَ جي ڪپ تي ڪي سنجهائون گهاريندي، سَتين جي آستان کي ڏسندي، معصوم شاهہ جي مناري تي بيهي سکر شهر جي منظرن کي اکين ۾ اوتيندي. ساڌ ٻيلي جي سونهن ۾ ڪي پل گذاريندي. پر جڏهن هتي پهتي تہ ڪيس اداس مندر جيهو گهر پلئہ پيو. ماحول سرءُ جي ڪنهن شام جيان هو. سيئي چهرا وڻ ۾ پيلن پتن جيان بينا هئا. جيڪي هوا جي تيز جهوتي سان پٽ تي ڪرڻ وارا هئا. وقار گهر وارن کي انين ترميم جيان منجهائي ڇڏيو هو. سيئي گهر وارا هن جي مرضيءَ طبيعت جي پويان پويان هئا.

هوءَ سوچن ۾ ٻڏل رهي، فيصلو نہ ٿي ڪري سگهي تہ هن کي ترت واپس ورڻ کپي يا رهڻ کپي. پوسٽ واري انهيءَ صورتحال ۾ هن لاءِ ان کان سواءِ ڪو بہ چارو نہ هو تہ ماءُ کي واپس هلڻ لاءِ چئي. پر ڪڏهن ڪڏهن خيال جاڳڻ لڳس تہ سندس ٻئي ماسات اهڙي سهاري

جا گهرجائو آهن جيڪو ڪين مايوسيءَ جي ڏيڻ مان بچائي سگهي. هوءَ ڪين ڏيڻ ۾ هينائين تائين پهچائڻ ڪان اڳ ڪڍڻ لاءِ سوچڻ لڳي پر ڪيئن؟ اِهو سوال ڪيس منجهائي رهيو هو.

امتياز بينڪ ڪان واپس وريو. خوشبوءَ ڪي ساٽس ملڻ جو الڪو ورائي ويو. هن سوچيو: ڏسان تہ سهي آخر هو بہ منهنجي آڇن ڪي قبول ڪن ٿا يا نہ؟

وقار بابت تہ هن کي پڪ هئي تہ هو جيترو ارڏو ۽ گنجريل آهي. ان کي ميڙي سگهجي ٿو. پر امتياز هن لاءِ اجان سوڌو ڳجهارت هيو. هوءَ فيصلو نہ پئي ڪري سگهي تہ آيا هو سندس همدرديءَ جو گهرجائو آهي؟ يا نہ؟ پر ڪيس اِها ڄاڻ ضرور هئي تہ ٻئي ماسات هن جي ڪا ڳالهہ نہ ٽاريندا، وقار جي ڀيٽ ۾ امتياز لاءِ هن جي من ۾ همدرديءَ جا انيڪ جذبا ايري آيا. هو ڪيس ابهم ۽ معصوم لڳي رهيو هو.

هوءَ امتياز جي ڪمري ڏانهن وڪون ڪڻڻ لڳي. دروازو ڪليل هو. اندر ڪيسٽ پليئر هلي رهيو هو. جهٽ لاءِ دروازي وٽ بيٺي. امتياز ڪرسي تي ٽيڪ ڏيو اکيون بند ڪيو ويٺو هو.

جنهن سان دلڙي لڳي
تنهن ڪان ڏار ٿيڻ.
اِهو جاڙ جيئڻ
تنهن ڪان زهر پيئڻ
اِهو ناهي مرڻ
پيو چاهي ڙي.
جنهن سان دلڙي لڳي
تنهن ڪان ڏار ٿيڻ.

ڪيسٽ هلندو رهيو هوءَ اندر داخل ٿي. هلڪو ڪڙڪو ڪيائين. امتياز اکيون کوليون ڏانهنس ڏٺائين، اٿي ويٺو. ڳالهائڻ چاهيائين. پر لفظ وجود جي خاموشيءَ کان آجا ٿي نہ سگهيا. خوشبو هن ڏانهن نهاريو. جهٽ لاءِ اکيون ٽڪرايون. خوشبوءَ کي چڻ ڌڪو لڳو، هن نهار بدلائي ۽ ڪيسٽ پليئر ڏانهن ڏٺائين. ذهن پيهر آواز ڏانهن ڪڇي ويس.

جنهن کي نينهن نيو،
تنهن کان سڀ ويو،
جيڏيون شال جيو،
مون کي ڏس تہ ڏيو،
منهنجو پيچ پيو،
سمهڻ سور ٿيو،
اِهو ناهي سکڻ ٻيو چاهي ڙي.
جنهن سان دلڙي لڳي،
تنهن کان.....

امتياز اڳتي وڌي ٽيپ جي اسٽاپ کي ڏسٽي آڱر سان هيٺ دٻايو. ڪمري ۾ خاموشي ڇانئجي وئي. امتياز خاموشيءَ کي خاموش ڪرايو. ”اچو، ويهو.“ ڪرسي ڏانهن اشارو ڪيائين.

هوءَ ڪرسيءَ تي ويهڻ بجاءِ بيڊ تي ويٺي، ڪيسٽ جو ڪَوَر هٿ ۾ ڪنيائين. امتياز سامهون ڪرسيءَ تي ويٺو.

خوشبو لهجي ۾ مناڻ آڻيندي چيو، ”هوريان هوريان ڏن واري موسيقي ايڏي چو وڻندي اٿوَ.“

”ڪاني هوريان هوريان دکندي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ وقت تہ هلندي نہ.“

خوشبوءَ نہ تي چاهيو تہ هڪدم ماحول ڏڪارو ٿي وڃي. ان ڪري هن نئون موضوع ڇيڙيو. ”ماسات، مونکي ڪوٽ ڏيجي جو قلعو ڏيکاريندا؟“ سندس لهجي ۾ ايڏي پنهنجائپ هئي جو امتياز کي ڏاڍو سٺو لڳو.

”ڇو نہ.“

”ڪڏهن؟“

جهٽ لاءِ سوچ ۾ پئجي ويو، ”اڄ اربع آهي. سياڻي خميس، پئي ڏينهن جمعو آهي. نيڪ آهي جمعي تي هلنداسين.“

”پر ايستائين اسان هليا وڃون تہ...“

”نہ نہ ائين وري ڪيئن؟ توهان کي ڪير ٿو ڇڏي.“ امتياز لفظن تي زور ڏيندي چيو.

خوشبوءَ کي اندر ۾ هلڪائپ محسوس ٿيڻ لڳي. ”توهان چيو هو تہ بينڪ ۾ نوڪري بابت ٻڌائيندس. هاڻ ٻڌايو تہ ڪيمسٽريءَ ۾ ايم اي سي ۽ نوڪري وري حساب ڪتاب واري.“

”ڪڏهن چيو هوم؟“ امتياز حيران ٿي پڇيو.

”اڃان ڪالهہ صبح ئي تہ چيو هيو. وساري ڇڏيئو ڇا؟“ خوشبو چيو.

امتياز وارن ۾ هٿ هڻندي اداس لهجي سان چيو، ”ڪهڙيون ٿيون ڳالهيون ڪيو. مون کي تہ ڪجهہ ياد ئي ناهي رهندو. ڪڏهن ڪٿي زندگيءَ بہ وساري ايندس؛ خبر ئي ڪونہ پوندي.“

خوشبوءَ جي ذهن ۽ وجود کي ڄڻ ڌڪو لڳو. پڇيائين، ”ڇو ڀلا ايڏو ويسر جو مرض اٿؤ ڇا؟“

”سواءِ هڪ ياد جي داغ کان، ٻيو ڪجهہ بہ ياد ناهي رهندو.“ جهٽ لاءِ خاموشي ٿي وئي. امتياز درد وچان چيو، ”خوشبو، ڪوڙ ڏينهن، بلڪ ڪجهہ سال اڳ تي وي تي هڪ اردو ۾ لانگ پلي

ڏنو هوم. ان جي ڪهاڻي ياپيو ڪجهه بہ ياد ناهي. پر ان ڊرامي جو هڪ ڊائلاگ اڄ تائين ناهيان وساري سگهيو."
"ڪهڙو؟"
"*دنيا مين آج تک ايسا نشتر پيدا نهين هوا جو يادون کے داغ کو کهرچ کر نکال سکے*- ۽ خوشبوءَ..." امتياز اچان ڳالهائڻ ٿي چاهيو تہ پاهران وقار جو زور سان سڏ ڪن تي پيس، "ماسات، ماسات، او ماسات!"
خوشبوءَ امتياز کي چيو، "آئون هلان ٿي توهين ريسٽ ڪيو."
"نيڪ آ، "امتياز ڏکهو ساهه کنيو هن کي ريسٽ لفظ عجيب لڳو.
خوشبوءَ ٻاهر آئي. وقار سامهون وي سي آر جا بہ ڪيسٽ هٿ ۾ جهليو بيٺو هو. "ماسات، هي ٻہ بلڪل نيون فلمون آيون آهن. ڪٿي آيو آهيان اچو تہ ڏسون."
خوشبوءَ چيو، "اهي فلمون تہ ڏسندي ئي ناهيان. ساڳيون ڪهاڻيون، سڀ ڪجهه ڦيري گهيري ساڳيو ئي تہ هوندو آهي. آئون تہ آرٽ فلمون ڏسندي آهيان. اهي بہ ڪڏهن ڪڏهن."
وقار چيو، "نيڪ آهي، اجهو ٿو ڪٿي اچان."
وقار هوندئن تہ آرٽ فلمن کان ونئون ويندو هو. ڪيس ڏاڍي چڙ ايندي هئي. پر خوشبوءَ جي ڪاڻ هو آرٽ فلم بہ ڏسڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن واپس اچڻ ۾ دير نہ ڪئي.
"اچي ماسات هي فلم."
"پر هاڻي تہ ڇهہ ٿين پيا. شام جو گهر وارن سان ڪچهري ڪجي. ويهجي. ڳالهيون ڪجن ۽ ٻيو تہ هي فلم آئون اڳ ۾ ئي ڏٺي آهي." سندس لهجو نرم هو.
وقار کي ذهن ۾ وري ڦيري اچڻ لڳي. هن آخري ڀيري چوڻ

واري لهجي ۾ چيو، ”ماسات، مان تنهنجي ڪري آرٽ فلم جهڙي بوريت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ۽ توهان....“

خوشبوءَ هن جي ڪامپليڪس کي سمجهي وئي، ”چڱو ڀلا اچ، ڪلاڪ هاڻي تہ ڏسئون؟ باقي رات جو، ٺيڪ آ“

وقار ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ڪئي.

## ٦

امتياز محسوس ڪري رهيو هو تہ هن جي ڪري سندس ماسي ۽ ماسات ڪي ڏک ٿي رهيو هو. هن نہ ٿي چاهيو تہ ايئن ٿئي، پر هو پنهنجي ايذائن کي لڪائي نہ سگهيو. هن فيصلو ڪيو تہ جيستائين ماسي وارا رهيل آهن، اوسيتائين ڀرپور نموني ڪوشش ڪندو تہ انهن کي هتان وڃڻ مهل پريشانيون ۽ سوچون ساڻ نہ هجن. ڪمري ۾ ويهي هو سوچڻ لڳو: منهنجي زندگي بہ هن ڪمري جيان آهي. ان کي هتان آزاد ٿيڻ کپي آفاقي منظرن ۾ سموئجڻ کپي. چو تہ اهائي تہ اصل زندگي آهي. باقي مان تہ هروڀرو هتي پيو پاڻ عذاب ڀوڳيان ۽ منهنجي ڪري هي خوشبو.... خوشبو جو نالو ذهن ۾ ايندي هن جون سوچون اٽڪي پيون. پر پوءِ وري هو پنهنجي انهن دردن ڏانهن سوچڻ کي وڌائي ويو. جيڪي هن جي حياتيءَ جي سونهن کسي ويا هئا. ڪيس پنهنجي محبوبا، پنهنجي زال، همسفر جا ويچار وڪوڙي ويا. محبوبا کان سواءِ جيئڻ هن لاءِ ممڪن نہ هو. پر هو جي رهيو هو. ۽ اهو احساس ايندي ئي هن جي اکين ۾ لڙڪ اچڻ لڳا. هن پاڻ کي هڪ ڀيرو نہ پر ڪيئي ڀيرا مارڻ چاهيو. پر هر ڀيري موت ڪيس زندگي ورائي ٿي ڏني. پر هن جو روح هن وٽ نہ هيو. هاڻ تہ اهو بہ آسرو هوريان هوريان ختم ٿي رهيو هو تہ ڪو سندس زال واپس ملنديس. پندرهن ڏينهن اڳ ڪيس سهري فون ڪري چيو هيو تہ، ”مهرباني ڪري طلاق موڪل نہ تہ هروڀرو ڪورٽ ۾ ڇڪتاڻ ٿيندي. پنهيءَ جي عزت پاٽيءَ ۾ ملي ويندي.“

تڏهن امتياز کان رڙ نڪري وئي هئي، ٻاڏائيندي چيو هئائين، ”چاچا، خدا جي واسطي! ائين نہ ڪيو. توهان سائره کان پڇو يا پلين سائس بہ لفظ ڳالهائڻ ڏيو. ڏسو، پليز چاچا هوءَ برداشت نہ ڪري

سگهندي. مان مرد ٿي اها اذيت سهي نٿو سگهان. هوءَ تہ عورت آهي. هوءَ ڏاڍي نازڪ آهي.”

سندس سهري ڇڙٻ ڏيندي چيو هيو، ”خبر آهي مونکي، هوءَ توسان ۽ تنهنجي گهر وارن کان نفرت ڪري ٿي. جيڪڏهن توکي پنهنجا والدين ايڏا عزيز آهن تہ هوءَ بہ پنهنجي پيءُ جي عزت رکڻ چاٿي، تون چاتو سمجهين تہ هاڻ اهڙي صورتحال پيدا ٿيندي. سمجهہ تہ هاڻ ناممڪن آهي. ياد ڪونہ اٿئي. ان ڏينهن ڪيئن توسان ملڻ ٿي پسند نہ ڪيائين.”

”چاچا، پليز.”

”بلڪل ڪجهہ نہ. سمجهہ تہ هي وربل نوٽيس اٿئي. توکي وڌ ۾ وڌ ۾ مهيني تائين مان چوندو رهندس. ٻي صورت ۾ ڪورٽ....”

۽ هن ٽيليفون بند ڪري ڇڏيو هو. امتياز وڻ جو ٽڙ ٿي ويو هو ۽ رسيور هٿ مان ڇڏائجي هيٺ ڪري پيو هيس.

هو سائرا جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ تڙپڻ لڳو. ان جون تصويرون هن کي آٿت ڏيڻ بجاءِ وڌيڪ اندر ۾ اهنج ڏيئي رهيون هيون. هو سوچيندو رهيو. پوڳيندو رهيو. نہ چاهيندي کهڙي ڪهڙي مهل خوشبوءَ جو چهرو بہ ذهن تي اچي ٿي ويس. ان جو ڏانهنس ايڏي همدرديءَ وارو رويو ڪجهہ نہ ڪجهہ سهنج ڏيئي رهيو هيو. کيس ڪجهہ هلڪائي ملي رهي هئي.

# ٧

جمعي واري ڏينهن، ڪوٽ ڏيجي قلعي تي هلڻ لاءِ سڀئي تيار ٿي ويا. امتياز پنهنجي هڪ ويجهي دوست کان ڪار ورتي. جو تہ هن وٽ رڳو موٽر سائيڪل هئي. گهر ۾ سائرا جي وڃڻ کان پوءِ پهريون ڀيرو چرپر ٿي رهي هئي. صبح سان اٿي خوشبوءِ امتياز جي ماءُ کائڻ لاءِ مختلف شيون تيار ڪيون.

نائين وڳي سڀئي ڪوٽ ڏيجي جي قلعي ڏانهن روانا ٿيا. رڳو امتياز جو ٻيءُ نہ هليو. ڪيس ڪو ضروري ڪم ٿي پيو هو. خوشبو امتياز سان گڏ فرنٽ سيٽ تي ويٺي هئي. پٺيان وقار پنهنجي ماءُ ۽ ماسي سان ويٺو هو. سڀنيءَ جو موڊ خوشگوار هو. امتياز بہ الاهي ڏينهن کان پوءِ پاڻ ڪجهہ هلڪو هلڪو محسوس ڪري رهيو هو. ڪار مريم توپ کان سپر هاءِ وي تي آئي ۽ ڪوٽ ڏيجي ڏانهن روانو ٿي. شهر کان ٻاهر نڪرندي، امتياز خوشبوءَ کي لوڪيشن ٻڌائيندو ٿي ويو. واپڊا ڪالونيءَ وٽ هن ڪار آهستي ڪئي. روڊ جي کاٻي پاسي ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”هتان لطيف يونيورسٽيءَ جي حد شروع ٿئي ٿي.“

وقار رڙ ڪئي، ”اتي ئي نوري هاسٽل آهي.“

خوشبوءَ ڏانهنس ڏسي مرڪي ڏنو ۽ وقار جي دل دڙڪي وئي. ڪار ڪجهہ اڳتي وڌي، امتياز آهستي هلائي رهيو هو. جڻ يونيورسٽيءَ جي احترام ۾ ايئن ڪندو هجي. اوچتو وقار ٻيهر رڙ ڪئي، ”۽ ماسات هي اٿئي حامي هاسٽل. هتي ڇوڪرا پنگ پيئندا آهن.“ هن هٿ جو اشارو ڪندي بي اختياريءَ واري لهجي سان چيو.

سڀني جا ٽهڪ ڪار ۾ گونجي ويا. وقار کان سندس ماسي پڇيو، ”پنگ پيئندا آهن؟“

”ها ماسي.“ تورو شڪي ٿيندي چيائين، ”مونکي بہ هڪ ڀيرو

دوست وني آيا هئا. ڏيڍ گلاس پياريو هئائون. پوءِ تہ ايترو ڪليو هيم جو شايد ڪڏهن ڪليو هجان. پيو تہ نهيو تن چئن ماڻهن جي ماني بہ کائي ويو هوس."

امتياز ڪار جي اسپيڊ وڌائي ڇڏي.

ڪوٽ ڏيجيءَ جون ٽڪريون پري ڪان ظاهر ٿيون. ساڄي پاسي اشارو ڪندي امتياز چيو، "خوشبو، هيڏانهن ڏس، هي اٿئي ڏيجي جا ڪندر، موئن جي دڙي کان اڳ جو دؤر."

خوشبوءِ رڳو پرون ٽاڙيون.

ڪار مين روڊ ڪان ڪاٻي پاسي ڦيريائين. هاڻ هو قلعي جي ٻاهران ڦري آيا هئا. مُک گيٽ وٽ اچي هن ڪار بيهاري. سيني جي لهي وڃڻ کان پوءِ هن ڪار کي ٿورو اڳيرو ڪري ڇانو ۾ پارڪ ڪيو. دروازا لاڪ ڪري هو بہ هنن سان اچي مليو. سيني ڪوٽ ڏيجيءَ جي قلعي جي دروازي وٽ بيهي جهٽ لاءِ ان جي اڏاوت ۽ جوڙجڪ جو جائزو ورتو. هو اندر داخل ٿيا. وچ ۾ ميدان هو ۽ ان جي ڀر پاسي قلعي ۾ ننڍا وڏا دڙا، لاهيون چاڙهيون، برج، ديوارون. سيئي قلعو گهمندا رهيا. خوشبوءَ جهٽ لاءِ محسوس ڪيو تہ هو ان دؤر جي ڪا ناري آهي ۽ وقار هن جي هلت ڏسي من ۾ سوچيو هي تہ جڻ هن قلعي جي ڪنهن محل جي راڻي آهي.

امتياز جون سوچون لڙهندي لڙهندي ان وقت تي وڃي اٽڪيون، جڏهن هو شاديءَ کان پوءِ سائرا سان گڏ قلعو گهمڻ آيو هو. ٻئي اڪيلا هئا. جڏهن سائرا ٿڪجي پئي هئي. هو ٻئي هڪ ديوار جي ڇانو ۾ اچي ويٺا هئا. سائرا هن جي ڪلهي تي ڪنڌ رکيو هو ۽ هن سندس ڳلن تي هٿ رکيو هيو. سوچيندي سوچيندي هو انهيءَ هنڌ اچي پهتو. جتي هنن پورو اڌ ڪلاڪ ويهي هڪ ٻئي جي وارن ۾ آڱريون گهمايون هيون. هڪ ٻئي ڏانهن ايئن نهاريو هئائون جڻ تہ هو سيني پلن کي

انهيءَ نهار ۾ قيد ڪرڻ چاهيندا هجن. هو نيڪ ان جاءِ تي اچي بيٺو. ان ويل ٻہ ساڳيو ئي وقت هو. ساڳي چانوَ. هن اتي وچايل خوشين جي کوج ڪرڻ چاهي ۽ ويهي رهيو. سوچون تيزيءَ سان هن ذانهن ڏوڪينديون آيون. هن سوچڻ نہ ٿي چاهيو پر....

وقار ماسيءَ کي خوشيءَ سان گهمائيندو رهيو. سندس رويو اهڙو هو ڄڻ هُو ماسيءَ کي ايڏو خوش ڪندو جو جيڪا بہ شيءِ ڪَائنس گهرندو تہ ماسي انڪار نہ ڪندي. هن چاهيو ٿي تہ هو ماسيءَ لاءِ اهڙو ڪارنامو انجام ڏئي جو ڪيس انعام لاءِ هن کي آفر ڪئي وڃي ۽ هو في الحال انعام وٺڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏي. اوچتو هن جي من ۾ ڪا شهزادي جاءِ ڪري وڃي. پوءِ هو ان جي گهُر ڪري. هن جي نظر ۾ اِهو سندس گهر ۾ عظيم ڪارنامو هوندو جو هو سڌو ٿي ويندو. ٿيو بہ تہ ايئن هو. ٻن ٽن ڏينهن ۾ وقار جي هلت چلت ۾ الاهي فرق اچي چڪو هو. سڀ حيران هئا ۽ وقار پڻ حيران هو تہ رڳو خوشبوءَ جي "ماسات" چوڻ ۽ ان جي هڪڙي مرڪ ۾ ايڏو جادو آهي جو هن جهڙو گنجريل ۽ وچڙيل ماڻهو ٿورو سڌو ٿيندو پيو وڃي. سنئرندو پيو وڃي.

خوشبو امتياز جي سامهون اچي بيٺي. پر هو اڪيون ڪليل هئڻ جي باوجود پٽ سان ٽيڪ ڏيو. سوچن جي مها ساگر ۾ ٻڏل رهيو.

"موتي اچو." خوشبوءَ اکين اڳيان هٿ لهرائيندي چيس.

"هون."

"ڪهڙي دنيا ۾ هئا؟" خوشبو پڇيو.

"عذابن ۽ دردن جي." هن ڏکهو ساهہ کنيو.

"واهہ دردن ۾ تہ ڏاڍو سرور هوندو آهي." "هون." امتياز هلڪو مرڪيو. "اهڙي ڀاڳ جي سڌي لڪير منهنجي هٿ ۾ ڪٿي؟"

هوءَ ٿورو ويجهو اچي سندس سامهون ويٺي، "ڀاڳ جي لڪير هجي يا زندگيءَ جي." خوشبو پنهنجو ساڄو هٿ کوليندي ان ۾ ڏٺو.

”اِهي سذيون هجن ها تہ هوند درد جو ڪو سرور ماڻي ئي نہ سگهي ها.“

”پر، درد ۽ عذاب ۾ فرق هوندو آهي. ميان تو دردن ۾ سرور هوندو آهي. پر مون وٽ رڳو درد ناهن. يادن جا عذاب آهن. حالتن طرفان ڪندن جهڙي اڪيلائي انعام مليل آهي.“

”پر يادن جي بہ تہ ڪا معنيٰ آهي. ممڪن آهي انهيءَ اڪيلائي جا گهاءُ ئي اُهو سرور هجن جَن کي عذاب پيا سمجهو.“

”منهنجو روح مون کان ڏور آهي. ان لاءِ منهنجي جسم تي ٽيندڙ گهاءُ، منهنجي ذهن تي ٽيندڙ اِهي عذاب ڪا معنيٰ نہ ٿا رکن.“

”مقصد تہ هاڻ هر شيءِ بي معني ٿا سمجهو. ڪنهنجون خوشيون، خواهشون ۽ آسون.“

”ها، مون لاءِ خوشيءَ ۽ ڏک هڪ ٿي ويا آهن. مان پولارن ۾ ٽنگجي پيو آهيان. هاڻي نہ منهنجا پير ڌرتيءَ تي رهيا آهن ۽ نہ ئي وري آسمان ۾ هٿ آهن.“

هو ڳالهائي رهيا هئا تہ وقار وارا بہ اچي ويا. ڪائڻ لاءِ هلڪي ڦلڪي رفريش منٽ ۽ ٿرماس ۾ پيئڻ لاءِ چانهہ آندي هئائون. ڪائڻ، پيئڻ دوران ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪندا رهيا.

# ٨

وقار محسوس ڪيو تہ سندس روح جي بدن تي ڪتڪتايون ٿي رهيون آهن. هو هيل تائين سوچيندو رهيو هو تہ رڳو پاڻ لاءِ پنهنجي مرضين لاءِ. هاڻ ڪيس احساس ٿيڻ لڳو تہ زندگيءَ جي بدن تي پيار جا ڪپڙا پهريل آهن. ڪمري ۾ ويهي، هلڪي روشنيءَ ۾ رات جي گذرندڙ لمحن سنگ سنگ سوچڻ لڳو: ڇا هوءَ مون سان پيار ڪري ٿي؟ مرڪي ڳالهائڻ، منهنجي مرضي مڃرائڻ لاءِ منهنجو ساٿ ڏيڻ، هن سان ملڻ لاءِ منهنجو آتو رهڻ، منهنجي دل جو ڌڙڪڻ، اڪيون اکين سان ملڻ، اهو پيار ناهي ڇا؟ ها مان هن سان پيار ڪيان ٿو. هوءَ بہ تہ مون سان پيار ڪري ٿي. ڪوٽ ڏيجي جي قلعي تي ڪيڏيون ڪچهريون ڪيون هئائين، چيائين، "انسان جي زندگيءَ ۾ جڏهن پيار جو ڏيئو ٻرندو آهي تہ ابهم جذبا مرڪندا آهن. ٽڪل ۾ ساٿا ٽيل سپنا سندرتا جي سرور سان سڪون وارو ساهہ کڻندا آهن."

چيومانس، "جڏهن پيار ڪرڻ واري شيءِ جو انتظار هوندي بہ اُها نہ اچي تہ. پوءِ....."

هن ئي تہ ڳالهہ ڪٽي چيو، "نہ ماسات، ائين ناهي. پيار جنهن سان ٿيٺو هوندو آهي تہ اُها شيءِ قطعي ڏور ناهي هوندي." هو ان مهل منهنجي ويجهو هئي ۽ منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين، "ايتري بہ وڇوٽي ناهي هوندي."

ڇا، هوءَ مون سان پيار ڪري ٿي؟ مان بہ تہ ڪيان ٿو. هوءَ ئي تہ ويجهو هئي ان مهل منهنجي. مون کي خوشبوءَ جو انتظار هو. پلا مون جهڙو ارڏو ماڻهو، جيڪو رشتن کي بہ اهميت ڪونہ ڏيئي رهيو هو. اُهو رڳو ۽ رڳو هن جي ڪارڻ ميڻ بتي ٿي وڃي! ها، هوءَ منهنجي آهي.

هو سوچيندو رهيو. سندس ذهن ۾ خوشبو اگربتيءَ جيان دکندي رهي ۽ هن جو من واسبو رهيو.

## ٩

خوشبوء کي احساس ٿيڻ لڳو تہ زندگي هن گھر ۾ ڪجھہ موٽ ڪاڌي آهي. وقار جي روزاني ضد واري عمل جي جاءِ تي هاڻ گھر ۾ هن جا هڪ گھريلو نوجوان جھڙا رويا هئا. هو ٻيءَ ۾ ماءُ سان پيار ڪرڻ لڳو هو. امتياز تي ڪيس انتهائي رحم اچي رهيو هو ۽ امتياز کي پڇتاوا رات جو عذاب ڏيڻ لڳا. هو ڪهڙي ڪهڙي مهل روئي بہ پوندو هو ۽ اڪيلائي هن کي پرڇائي بہ ڪونہ سگھندي هئي. سوچيائين تہ هن جي ڪري ئي گھر جو جيڪو سڪون برباد ٿي ويو آهي هو ان کي واپس ڪندو.

خوشبوءَ جي من ۾ امتياز لاءِ همدرديءَ جا جذبا وڌندا ويا ۽ انهيءَ جذبي جي ٻوٽي مان اڃو گل ڦٽڻ لڳو.

هن چاهيو تہ امتياز جا درد ونڊڻ کپن. ڪيترائي ڀيرا چاهيائين تہ ساڻس ڪوڙ پل ويهي ڪچهري ڪري، پر وقت ئي نہ ٿي مليس. پارٽي وارن جون دعوتون، بہ ٿي ساهيڙيون ٿي ويس. انهن سان ڪچهريون ڪرڻ، وقار جي هر ڳالهہ اِهو سوچي ميجڻ لڳي تہ ڪٿي هو وري نہ موٽ کائي. ساڻس ويهي لڏو راند ڪرڻ، ٺهڪ ڏيڻ، لطيفا ٻڌائڻ. هوءَ سمجهي رهي هئي تہ وقار ضدي ٻار آهي جنهن کي ريجهائڻ انتهائي ضروري آهي. پر وقار جي ذهن ۾ انهيءَ سموري عمل لاءِ سوچ ئي ٻي هئي. هو محبت جي مٺي رس جو ذائقو محسوس ڪرڻ لڳو.

حيدرآباد وڃڻ لاءِ جيڪو سوچيو هئائين. هاڻ اُهو ارادو بدلجي ويس. هفتو پروگرام وڌائي ڇڏيائين. ماڻس بہ ڪٿي هاڪار ڪئي. گھر فون ڪري ڇڏيائون.

”اڄ امتياز کي لنوائڻ ڪونہ ڏينديس.“ هوءَ امتياز جي ڪمري ۾ سوچي داخل ٿي.

هن جي اچڻ ۾ ڏهه منٽ اجان هئا. پر هوءَ اڳواٽ ئي سندس
ڪمري ۾ وئي. هر شيءِ بي ترتيب هئي. مرڪي پئي. سڀ شيون سيٽ
ڪيائين. ٽيپ ۾ انسٽريومينٽل ميوزڪ جي ڪيسٽ وجهي، پلي ڪري،
ڪرسيءَ تي اڪيون ٻوٽي ويهي رهي. ڪجهه لمحن ڪان پوءِ احساس
ٿيس تہ ڪو ڪمري ۾ داخل ٿيو آهي، هڪدم اکيون کوليائين. دروازي
وٽ امتياز بيٺو هو. هينيون چپ ڏندن ۾ هيس. ڪمري جو جائزو وٺي
رهيو هو. خوشبوءِ ڳالهايو، ”اچي ويا؟“
”هن مهرباني ڪرڻ جي ڪهڙي گهرج هئي؟“ امتياز پلنگ تي
ڊائري اچليندي چيو.
ان ويل خوشبوءَ جي وجود ۾ ساهہ ۾ هڪ ئي وقت ڪوڙ شيون
ساهہ کڻڻ لڳيون.
”بس ايئن دل چاهيو، ڪري ڇڏيم.“ مرڪي ورندي ڏنائين.
”دل جو چاهڻ ئي تہ وڏو سراب آهي.“ امتياز چيو. هوءَ
ڇرڪي پئي.
”ويهو.“ ڪرسي ڏانهن اشارو ڪندي چيائين ۽ پاڻ بہ بيڊ تي
ويهي رهيو.
”امتياز، تنهنجي لهجي مان لڳي ٿو تہ تون اجان اوپرائپ
محسوس ڪري رهيو آهين. جڏهن تہ آئون سمجهان پئي، اسان ٻئي
ماسات هئڻ سان گڏ سٺا دوست بہ ٿي ويا آهيون.“ خوشبو چيو.
”مون ڪي وري ان ڪان ڪڏهن انڪار آهي. ڏس نہ، اڳ مان ڇا
هيس؟ تنهنجي ڪري، ڪيڏو تبديل ٿي ويو آهيان. گهاءُ ڪٽي ڀريا
ناهن. پر انهن جي درد واري احساس کي گهٽ ۾ گهٽ رکو تنهنجي
ڪري ئي ذهن جي ڪنهن باڪس ۾ بند ڪري ڇڏيو اٿم. يا ايئن
سمجهہ تہ بينڪ جي لاڪر ۾ آهن جيڪي ان جي مالڪ کي موٽي
ملندا. بنا نفعي ۽ نقصان جي.“ هو مرڪي پيو.

خوشبوءِ جا چپ بہ مرڪڻ سان ويتر جهٽ لاءِ سنها ٿي ويا. چڻ گلابي پني تي ڳاڙهي مارڪر سان ڪنهن گول پائي ڇڏيو هجي.

ٻئي ويهي رهيا. جهٽ سانت ڇانئجي وئي. خوشبوءِ ئي ڳالهايو، "امتياز، جي مائينڊ نہ ڪرين تہ مون سان پنهنجا درد شيئر ڪر. تنهنجي انهن اکين پنيان جيڪو ڪجهہ آهي. مان اُهو ڏسڻ ٿي چاهيان. سمجهڻ ٿي چاهيان."

"هون." امتياز ڪنڌ ڌوڻيو. "منهنجي اکين تي تہ منهنجي هن ئي ڪمري جون ديوارون اسري ويون آهن. ان ڪري مون کي ئي ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي. ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ نہ ٿي اچي. توکي ڇا ٻڌايان؟"

"پليز، امتياز!" خوشبوءِ جي لهجي ۾ ست ماڻ ڪان ڪرندڙ ماٺهوءَ جي زندگي بچائڻ واري خواهش جيتري التجا هئي. "ڇا اسين اڃان اهڙا دوست نہ ٿي سگهيا آهيون جو هڪ ٻئي سان ڪجهہ شيئر ڪريون؟ ڇا اڃان هڪ ٻئي لاءِ اوپرائپ جو احساس آهي؟"

"نہ بلڪل نہ" امتياز چيو، "ائين نہ سوچ. اسين سٺا دوست ٿي ويا آهيون. ڏس نہ اڳ ۾ اسين هڪ ٻئي سان مهمان ۽ ميزبان جيان ڊيل ڪيوسين. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ رت جي رشتي جي حوالي سان هڪ ٻئي سان هلياسون. پر پوءِ جڏهن دوست ٿيا آهيون تہ توهان، توهان جي جاءِ تون، تون ڪري ڳالهايون پيا. معنيٰ تہ اسين ڪوڙ ساريون وڇوٽيون ختم ڪري ڇڏيون آهن."

"تہ پوءِ اڄ آئون ان ناتي جي حوالي سان ضد ٿي ڪيان تہ پليز! مون سان پنهنجا درد ونڊ." خوءَ ٻاڏائيندي چوڻ لڳي.

امتياز کي رات جي سيني تي سمهندي يادن جي بار کان سواءِ ڪجهہ نہ ٿي مليو. رات جنهن جي سيني تي سمهي سندر سپنا نيٽن ۾ ايندا آهن. خواب ننڊن ۾ مذرتا جا رنگ وکيريندا آهن. پر هن لاءِ سڀ

ڪجهہ سور هو. چاهڻ لڳندو هو تہ ڪمري جي ڪنهن ديوار ۾ گم ٿي وڃي. پر چاهيائين تہ اڄ هو خوشبوء ڪي سڀ يادون، سڀ درد، سڀ سور ٻڌائي ڇڏي.

هن اڪيون پوريون، ڪوليائين تہ ٻہ لڙڪ انهن مان نڪتا. خوشبوءَ جي روح کي ڇُئي ڇيي وئي.

هو ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيئي ويٺو. ”خوشبوء، منهنجي محبتن جو داستان نہ ايڏو وڏو نہ آهي ۽ ننڍو آهي. منهنجي دردن جي ڪٿ ڪرڻ نہ آسان آهي نہ ڏکي. هي درد ۽ محبت مون وٽ ان وقت آيا، جڏهن مون جوانيءَ جي ڏرتيءَ تي پهرين وک کنئي. جڏهن سانوڻ جون ڦڙيون ڪريون تہ مون محبت جي ڌرتي آلي ٿيندي ڏٺي ۽ ان مان نڪرندڙ واس ۾ گم ٿيندو رهيس.

توکي تہ خبر آهي، مان انٽر ڪان وٺي بي ايس سي ڪراچي ۾ ڪئي. اتي چاچا جن سان سندن گلشن ۾ رهندو هوس. انٽر ڪيم، منهنجي لاءِ ڪجهہ وقت واند ڪائي جو اچي ويو. مون دل جي ڌڙڪ تہ ان وقت ئي محسوس ڪئي هئي جڏهن ڪا سندر ڇوڪري ڏسندو هوس تہ منهنجي من ۾ پيهي ويندي هئي. سادو ۽ سڌوسنئون هيس. نہ ايڏو ذهين هيس ۽ نہ ئي دِل هيس. هڪ عام نوجوان هيس. درد، جذبا، احساس، محبت، پيار، سڀ مون لاءِ لفظ هئا. پر مون وٽ ٻہ هئا. جن کي محسوس تہ ڪري رهيو هوس، انهن جي سڃاڻ ڪونہ هئم. انٽر ڪان پوءِ واند ڪائي ۾ دوستن سان ڪچهريون ڪندو هوس. گهمندو هوس. ائين هڪ ڏينهن سفاري پارڪ ويس. ان ڪشادي باغ ۾ ڪيئي رنگ هئا. اتي اتفاقي رحيم بہ آيو هو. هن سان گڏ سندس ڀيڻ بہ هئي. رحيم سياسي ڪارڪن هو. وڳوڙن جي ڪري، هو پڪو قومپرست بڻجي چڪو هو. سندس ڀيڻ بہ سياسي ڪارڪن هئي. اڳ بہ ساڻس مليو هيم، پر ايئن هلڪي نموني، رحيم مون کي اڪيلو ڏسي

زوري پاڻ سان گڏ ڪمپني ڪرڻ لاءِ چيائين. هنن جو ٻين دوستن سان پروگرام هو. جيڪي ٿوري دير ڪان پوءِ اچڻا هئا.

اسين ٽيئي ڇپر تي ويهي رهياسين. ٻار، عورتون، مرد، مختلف ٽولين ۾ گهمي رهيا هئا، ڪي ويٺل هئا. رحيم چيو، "توهين ويهو. جيستائين ٻيا دوست اچن، پاڻ ڪجهه کائون."

هو ڪجهه وٺڻ لاءِ هليو ويو. هوءَ ۽ مان ويناسين، مون ڪي پنهنجي وجود ۾ ڪا شيءِ ڇرندي محسوس ٿيڻ لڳي. خاموش هيس ته هن ڳالهايو. هوءَ مرڪي رهي هئي. ڳالهائڻ ۾ اعتماد هيس، پڇيائين، "ڇا ڪندا آهيو؟"

چيم، "انٽر ڪئي اٿم واندو آهيان."

سوچيم خاموشي بهتر ناهي. پڇيومانس، "۽ توهان؟"

هلڪو ٽهڪ ڏنائين، "هاڻي بي ايس سي ڪيان پئي."

سندس اعتماد ۽ لهجي مون ڪي احساس ڏياري ڇڏيو، ڄڻ مان هن جي اڳيان ٻار آهيان.

پڇيائين، "ڪهڙي پارٽيءَ سان واسطو اٿوَ؟"

چيم، "ڪنهن سان نه."

"ڇو؟"

"خبر ناهي، سياست سٺي ناهي لڳندي."

"ڪو ڪارڻ؟"

"رڳو مفادپرستي آهي." ڪيس سادو جواب ڏنم. "پر ڌرتيءَ لاءِ، سنڌيت لاءِ ته سياست ڪري سگهجي ٿي." هن چيو.

"بلڪل ڪري سگهجي ٿي. مون ڪي به پنهنجي قوم ۽ ڌرتيءَ سان پيار آهي پر مسئلو اِهو آهي ته اسان جي سياست بنا ڪنهن پروگرام ۽ رٿابنديءَ جي ليڊرن جي مفادن تحت هلي رهي آهي." مون چيو.

هوءَ مرڪي پئي، ”اِها پروپيگنڊا آهي.“

چيومانس، ”جيتوٽيڪ. مان ايڏو گهڻو سياست سان دلچسپي رکندڙ ناهيان. پر مان بہ آهي ئي ڳالهيون چوان ٿو. جيڪي ٻين جي واتان ٻڌيون اٿم.“

رحيم اچي ويو ڪجهہ دير ڪان پوءِ هُن جا دوست اچي ويا. ڪجهہ ڇوڪريون بہ هيون. سيئي سنڌي هئا. سياست تي گهڻو ٽڻو بحث تي ڪيائون. پر مان انهن جي بحث کان لاپرواهي جو مظاهرو ڪري رهيو هوس. هوءَ مون ڏانهن گهوري گهوري نهاري رهي هئي. ڄڻ مان هن لاءِ چئلينج بڻجي ويو هوس. هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ مان بہ بحث ۾ شامل ٿيان. پر ايئن نہ ٿيو. موڪلائڻ مهل هن زور ڀريو تہ سندس گهر ضرور اچان. رحيم بہ چيو. مون هاڪار ڪئي.

ان ملاقات کي ڇگا خاصا ڏينهن گذري چڪا هئا. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن هرويرو ياد اچي ويندي هئي. سندس پر اعتماد چهرو مون کي ڏاڍو سٺو لڳو هو. دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ هورا ڪورا ٿيڻ لڳي. جمعي تي موڊ ٿيو. ”جمع بازار“ گهمڻ ويس. ويجهو هئي. اتي وري رحيم سان ملاقات ٿي وئي. هن سان حال احوال ٿيو. مون کي چيائين، ”يار تون تہ حميرا لاءِ ڏاڍو تعجب بڻيل آهين!!“

چيم ، ”تعجب!“

”ها. هوءَ توکي سياسي ڪارڪن بنائڻ لاءِ سندرو ٻڌيو ويٺي آهي. چئي ٿي، اِهڙا ماڻهو ئي سچا هوندا آهن ۽ انهن جي سچاين جي سخت ضرورت آهي.“

رڳو مرڪيم. اوچتو ٻانهن کان وٺي چيائين، ”اڄ جمعو آهي هل تہ گهر ٿا هلون.“

منهنجي ٻنا ڪا ڳالهہ ٻڌڻ جي سڌو شانتي نگر اچي پهچاياڻين. بس جي ان مختصر عرصي واري سفر ۾ مون هن سان ڪجهہ نہ ڳالهايو

هو.

هن جي گهر آيو هوس، حميرا ڏاڍي خوش ٿي هئي. ان ڏينهن هن مون سان سياست تي بحث ڪونه ڪيو هو. ايئن هلڪيون ڳالهيون ڪيونسين. منهنجي من مان هن جو وينل رعب ختم ٿي ويو. جيتوڻيڪ هوءَ مون کان سال ڏيڍ عمر ۾ وڏي هئي. پر مان ان احساس کان نڪري آيو هوس.

ايئن اسانجون ملاقاتون ٿيڻ لڳيون. هوءَ منهنجي دل جي هڪ خاني ۾ داخل ٿي وئي. مون پيار جي هلڪي لڪير پنهنجي جسم ۾ لهندي محسوس ڪئي. مان به هن کي سٺو لڳي رهيو هوس. نه هن پيار جو اظهار ڪيو هو ۽ نه مان.

حقيقت اِها هئي ته هن جي نظر ۾ سندس سٺو دوست هيم. ڇو ته ڪجهه عرصي کان پوءِ هن جي شادي ٿي وئي. مون کان ڪا شيءِ کسجي وئي. احتجاج ڪري نه سگهيس.

خوشبوءَ، اها منهنجي پهرين پسند هئي. مان شايد ساڻس محبت تائين ڪونه پهتو هوس. هوءَ منهنجي وٽَت واري دوُر ۾ هئي. پر پوءِ به شاڪ ٿيو. دل جي هڪ خاني ۾ ڪي شيون پچنديون محسوس ٿيون. شايد آسون ۽ جذبا هئا.

ڪجهه مهينن لاءِ ڊسٽرب ٿي ويس. پر پوءِ سنڀري ويس. ايئن ڏينهن گذرندا رهيا. حميرا ڪڏهن ڪڏهن ياد به ايندي هئي. هن جون ڳالهيون مون کي تڙپائڻ لڳنديون هيون. جن مان مون کي محسوس ٿيو هو ته هوءَ به مون سان پيار ڪري ٿي. پر نه ڄاڻ ڇو، هوءَ نه ان جو اظهار ڪري سگهي ۽ نه ئي هن جي چهري تي ڪي اهڙيون ريڪائون هيون. ها پر، شادي کان پوءِ جڏهن هن جي اکين پنيان جهاتي پاتم ته لڳو هاڻ به مان هن جي لاءِ ساڳيو هوس. پر هاڻي ڪجهه ٿيڻ جا ڪي به امڪان نه هئا. هوءَ خوش هئي ۽ مان به چاهيو ته هوءَ خوش رهي.

ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ چاهيم پر موڊ نہ ٿيو. پر چاچا جي زور ڀرڻ تي اردو سائنس اينڊ آرٽس ڪاليج ۾ بي ايس سي ۾ داخلا ورتم. مان رلڻ بجاءِ ڪمري ۾ رهڻ ٿي چاهيو. ڪڏهن ڪڏهن اڪيلو نڪري ويندو هوس. سمنڊ ڪناري ڇولين جي راند ڏسندو هوس، ڪياماڙي، هل پارڪ، ڪڏهن بازارون گهمندو هوس. اڪيلي گهمڻ ۾ ڏاڍو سڪون ايندو هو. شايد اها اڪيلائي منهنجي ازلي ساٿي هئي.

حميرا کي وسارڻ چاهيم. پر جيئن جيئن منهنجو ذهن ميچوئر ٿيندو ويو. تيئن تيئن هن جي ياد ۾ شدت ايندي وئي. تڙپ وڌندي وئي. اڪيلائي جو احساس گهرو ٿي ويو. اِها پڪي ڄاڻ هوندي تہ هاڻ هوءَ ۽ مان ڪنهن بہ واٽ تي، ڪنهن بہ هنڌ هڪ نہ ٿا ٿي سگهئون. پر پوءِ بہ ....

خوشبوءَ، انهن ڏينهن جو درد ئي هو جنهن مون کي سهپ جي عادت وڌي نہ تہ هاٽي تائين...."

خوشبوءَ هن جي وارتا ٻڌي رهي هئي. ذهن ۾ ايڏي اڪير ۽ احترام هئس جو ڀانيائين ٿي تہ ڪو الهامي گيت ٻڌائي رهيو آهي. جنهن سان هن جو روح سڪون ماڻي رهيو هجي.

هو چوندو رهيو، "خوشبوءَ، مان وڌيڪ تفصيل ۾ نہ ٿو وڃڻ چاهيان. ڪاليج ۾ ڇوڪرا، ڇوڪريون مختلف قومن سان واسطو رکندڙ هئا. ماحول ۾ ڇڪتاڻ هئي. گليمر جو ڀرپور مظاهرو هيو. مون پاڻ کي گليمر جو حصو ڪرڻ چاهيندي بہ ڪري نہ سگهيس. پوءِ پنهنجي ساڳئي روبي تي موٽ ڪاڏم. اڪيلو، دوستي بہ ٿوري رکيم.

ارم مون ڏانهن پاڻ وڌي آئي. اسان جي گهر جي سامهون گهر هيس. وچ ۾ روڊ هئو. هوءَ پيءُ ماءُ جي اڪيلي ڌيءَ هئي. اردو اسپيڪر هئا. هن کي مرد دوست ناهڻ جو ڏاڍو شوق هو. مان ڊيگهہ

۾ نہ تو وڃڻ چاهيان. اسين تورن ئي ملاقاتين ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي وياسين. هوءَ مون سان دوست جيان ٽريٽ ڪري رهي هئي ۽ منهنجي چريءَ دل هن کي پنهنجي ٻي خاني ۾ جاءِ ڏيڻ لڳي. مون پاڻ تي چڙ ڪاڍي تہ آخر ايڏو نرم ڇو آهيان جو عورت جي ويجهو وڃڻ سان پيار ڪرڻ لڳندو آهيان. هوءَ منهنجي دل ۾ پيهي وئي. مون لاءِ احترام جوڳي ٿي وئي. هڪ ٻئي سان ڏاڍو فري ٿي وياسين. هٿن جي ڇيڙ ڇاڙ ائين ڪندا هئاسين، ڄڻ يا تہ ٻئي مرد آهيون يا ٻئي عورتون.

هڪ ڏينهن مان ڪاليج لاءِ جيئن ٻاهر نڪتس تہ هوءَ پنهنجي گهر جي مين گيٽ وٽ بيٺل هئي. سندس ماءُ ۽ پيءُ ڪار ۾ ٻاهر نڪري رهيا هئا. جڏهن ڪار هلي وئي تہ هن مون کي سڏ ڪيو. ڏانهنس هليو ويم. هن کي اڇا ڪپڙا پهريل هئا. ان رنگ ۾ هوءَ ڏاڍي وڻي رهي هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ هوءَ ڪير جو رنگ ڪسي آئي هجي. وار کليل هئس. هلڪو ميڪ اپ ٿيل هيس. هوءَ مون کي پنهنجي بيڊ روم ڏانهن وٺي آئي. منهنجي من ۾ مقدس پيار جا جذبا هئا.

هن چيو، ”ويٺو.“

مان ويهي رهيس. الائجي ڇو ان ڏينهن ويهڻ سان بيقراري پيدا ٿي پئي. لڳم تہ ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي. ڪو حادثو ٿيندو ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ٿيندو.

هوءَ هڪدم هلي وئي. واپس آئي تہ ڊرائي فروٽ ۽ بوتلون کڻي آئي. ٽيبل تي رکي چيائين، ”لو مزے اڑاؤ،“ ۽ پاڻ سامهون رکيل ٽي وي آن ڪيائين. ان جي پڪ ۾ رکيل وي سي آر جي ”پلي“ کي آگر سان پيش ڪري مون سان گڏ پلنگ تي اچي ويٺي. اسين هڪ ٻئي سان بلڪل گڏ ويٺا هئاسين ڪا بہ وڇوٽي نہ هئي. هن منهنجي ڪلهي تي ڪنڌ رکيو. ٽي ويءَ جي اسڪرين تي تصويرون اچڻ شروع ٿي ويون. پهريون حيرت ٿيم. پوءِ ڇرڪ نڪتو. چيومانس، ”يہ ڪيا چلايا

هـ؟"

چيائين، " ديکهتے جائو. تم بهي جوان هو مين بهي جوان هون فکر کي کوئي بات نهين" -

منهنجي وجود ۾ باهہ وني وئي. فلم اگهاڙي هئي. نہ ڄاڻ ڇو منهنجي ذهن تي جنون طاري ٿي ويو ۽ کيس بہ تي تقون وهائي ڪڍيم. جنونيت هئي. ديوانگي هئي. ڇاپي هو. مان انهن ڳالهين جي ابتڙ سوچي رهيو هوس.

اهو ڀيو ڀيرو هو جو ڀيهر دل ۾ ڪا شيءِ ڀڄندي محسوس ٿي. خوشبوءَ، مان وکري ويس، پڇتايم، پاڻ سان وڙهيم. دنيا ۾ ڇا ڇا نہ ٿيو هلي، پر مان دنيا جهڙو نہ ٿي ٿيڻ چاهيو. ان کي شرافت جو نانءُ ملي، ڀؤ جو ملي، بزدليءَ جو ملي. ڪهڙو بہ نانءُ ملي، ڇا بہ سوچيو وڃي پر مان غلط روين جي خلاف هيس. ڇو هيس؟ خبر ناهي. هتي تہ گهڻا تڻا هوندائي اهڙن عملن جي تاڙ ۾ آهن پر مان....مان... مختلف ماڻهو هيس.

ڊاڪٽر چوندا آهن تہ دل جا چار خانا ٿيندا آهن. جي ايئن هو تہ ٻوءِ مان رڳو ٻن خانن جي آڌار تي جِي رهيو هوس. منهنجي لاءِ هاڻ دنيا ۾ ڪو بہ چارم نہ هو. هڪ تہ فطري طور مان عجيب قسم جي نوجوانن ۾ ڳڻيو ويندو هوس. نہ ڪنهن کي ڏڪائڻ. ها ۾ ها ڪرڻ وارو، سادو ۽ سڌو انسان هيس. معمولي زندگي گذارڻ جو عادي هيم.

خبر ناهي ڪيئن وقت ڪٽيو؟ ان هوندي بہ دل جي ڌرتيءَ تي گل ٽڙڻ جا آثار هئا. جيڪي مونکي آتت ڏيندا هئا. هڪ انتظار هو، ڪا شيءِ ايندي محسوس ٿيندي هئي. مان ڪراچيءَ جي ماحول ۾ اذيت محسوس ڪرڻ لڳس. فيصلو ڪيم تہ واپس گهر ٿو وڃان. فيصلي کي عملي شڪل بہ ڏيئي ڇڏيم. چاچا وارا حيران هئا. ايستائين بي ايس سي ڪري چڪو هيم. مان خيرپور هليو آيس، بابا ۽ امان وارا پاڻ

پريشان هئا. ڪنهن کي به ڪجهه نه ٻڌايم. پاڻ کي هوريان هوريان ريجهائيندو رهيس. ميوزڪ منهنجو ڏاڍو سهارو بڻجي ويو. اهڙي صورتحال ۾ مون گهر وارن کي وڌيڪ پريشان نه ٿي ڪرڻ چاهيو. ان ڪري گهر وارن سان رويو نارمل رکيم. جيئڻ هيم، خبر ناهي ڪهڙي ڪارڻ سبب زخم ڀرجي ويا. ڪهڙو اثر هو؟ اِها بعد ۾ خبر پئي ته مان ته جنهن اڄ ۾ ڦٿڪي رهيو آهيان، ان اڄايل روح کي ته پاڻي ملڻو ئي هتي هو.

ويني ويني بوريت ٿيڻ لڳي. سوچيم ڇا ڪجي؟ بابا صلاح ڏني ته هتي لطيف يونيورسٽيءَ ۾ ايم اي سي ڪيان. مون ڪٽي هاڪار ڪئي. ان وچ ۾ وقار جا رويا ڏسي مان ڏاڍو پريشان هيس. مون کي ڄاڻ هئي ته هو ”سائيڪو ڪيس“ آهي، جيڪڏهن سندس مرضيءَ جي خلاف ڪو ڪم ٿيندو هو ته گهر ۾ باهه ٻري پوندي هئي. ايتري تائين جو پاڻ کي ختم ڪرڻ جي پوزيشن ۾ به هو. انڪري اسين ساٽس ڏاڍو ڏکيائي وچان هلي رهيا هئاسون. هن جي معاملي ۾ اسان جو هڪ هڪ پير ايڏي احتياط سان کڄي رهيو هو. جو چور به چوري ڪندي ايئن نه ڪندو هوندو.

داخلائون شروع ٿيون فارم ڀريم، مائگريشن سرٽيفڪيٽ ۽ ٻيون گهرجون پوريون ڪيم. مان نارمل ٿي ويس. مون کي لڳو ته منهنجي دل جي خانن ۾ آسن، اميدن ۽ جذبن جا ذرا ٻيهر ڳنڍجي رهيا آهن.

ڪيمسٽريءَ ۾ داخلا ٿي وئي. صبح جو پوائنٽ ۾ ويندو هوس، ڪڏهن هڪ بجي ڪڏهن ٻي بجي واپس ٿيندو هيس.

مان انهن رواجي شاگردن وانگر هيس جن سان هرو ڀرو ڪو دوستي رکڻ، يا ڏيگهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪونه ڪندو هو. ڪلاس ۾ اٽڪل چونجاه شاگرد هئاسين. جن ۾ ويهه ڇوڪريون هيون. هر

شيءِ رواجي هلي رهي هئي. پڙهائي پنهنجي حساب سان ٿي رهي هئي. وقت پنهنجي حساب سان گذري رهيو هو. خبر نہ پئي هڪ سال گذري ويو.

ڇوڪرين جي حوالي سان مان ڪنهن طرح بہ جذباتي ڪونہ هيس ۽ نہ ئي ڪا خواهش هئم، ان هوندي بہ هڪ الڪو ضرور هيو. جيڪو مون لاءِ پاڻ سوال بڻيل هو. لڳي رهيو هوم تہ منهنجي اندر ۾ زخم آهن، انهن زخمن کي مرهم لڳندي پئي وڃي. پر ڪيئن؟ خبر نہ ٿي ٿيم. اوچتو اندر ۾ اڏمـا وڌي ويا. بي چيني، بي قـراري وڌي وئي. ڪجهہ تيڻ جا آثار هئا. جيئن صحرا ۾ رهندڙن کي طوفان اچڻ جا آثار اڳواٽ محسوس ٿيندا آهن. تيئن منهنجو من ٿر بہ اهڙي آثارن لاءِ تڙپي رهيو هو. ڇڻ ڪو مينهن پوٽو هجي. ٿر تي باک ڦٽڻ کان اڳ وسڪارو ٿيئڻو هجي. ها ائين هو. هوءَ، جنهن کي مان رڳو ڏسندو هوس، سا دل ۾ لهندي وئي، مون هن کي ذهن ۾ محسوس ڪيو ۽ پوءِ دل ۾ سندس عڪس اُڪري ويا.

هڪ تہ هتي هرويرو ڪنهن ڇوڪريءَ سان ڪونہ ڳالهيو هيم، ٻيو وري مان انهيءَ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي رهيو هوس، جتي اڃان سوڙو گهٽيل ماحول هو. ڪي بہ جوڙا رڳو خيرخواهيءَ ۾ بہ ويهندا هئا، يا ٻاءُ ڀيڻ بہ هوندا هئا تہ بہ انهن لاءِ ڪيترائي جملا مختلف شاگردن جي چپن تي چرندا رهندا هئا. استادن جو گهڻو سيڪڙو پرائمري استادن واري ذهنيت رکندڙ هو. مطلب تہ مون جهڙي پنهنجو پاڻ ۾ رهندڙ ماڻهوءَ لاءِ اهو ممڪن ئي نہ هو تہ ڪو مان ساڻس اظهار ڪري سگهندس. سڄي يونيورسٽيءَ ۾ منهنجا رڳو بہ گهرا دوست هئا. باقي ڪجهہ ٻين سان رڳو دعا سلام هئي. ڪلاس فيلو رڳو ڪلاس ۾ ئي هڪ ٻئي جا ڪلاس فيلو لڳندا هئاسين. ڪلاس کان ٻاهر هر ڪنهن جا الڳ الڳ دوست هئا. اهڙي صورتحال ۾ منهنجي ساٿي فداحسين ڳالهہ

پروڙي ورتي ۽ منهنجي پريشانيءَ مان اندازو لڳائي ويو. ڪيس سڀ ڪجهه ٻڌايم، چيائين، ”يار، هيڏو وقت ڪراچيءَ ۾ رهيو آهين. اڃان به ڇوڪريءَ سان ڳالهائڻ ۾ ڊڄين ٿو.“

چيومانس، ”ڳالهه دراصل هي آهي.“ مان ڪجهه دير چپ ٿي ويس... ”اصل ۾ هن جي شخصيت مون تي ايڏو گهرو اثر ڪري وئي آهي. جو هن جي سامهون به ايندو آهيان ته الائي ڇا ٿي ويندو آهي.“

پڇيائين، ”ڪير آهي؟“

چيم، ”اڪامنڪس پارٽ ٿريءَ ۾ پڙهندي آهي. جنهنجو ڊگهو قد، گول چهرو، اڇي رنگت، سدائين ڪنڌ جهڪائي گهمندي آهي، ڪامن روم مان ڪنهن ڪم ڪان سواءِ ناهي نڪرندي، ڏاڍي سوبر آهي.

فدا ٽهڪ ڏيندي چيو، ”استاد، ان تي عاشقن جي لائين لڳل آهي. اڄ تائين ڪير به ساڻس لفظ به ناهي ڳالهائي سگهيو.“

چيومانس، ”سڀ خبر آهي. بس ڪجهه به آهي، هوءَ منهنجي آهي. منهنجي لاءِ ئي هتي پڙهي آهي. نه ته ڇا هو؟ مان ڪراچيءَ ڪان هن لاءِ ئي ته هت آيو آهيان.“

مون کي خبر ناهي ڇا ٿي ويو. جذباتي ٿي ويس، اکين ۾ لڙڪ لڙهي رهيا هئا. لفظ اندر جي اونهائيءَ مان هئا يا دل جي جر مان ٿي آيا. لفظن جي آلاڻ فدا به محسوس ڪري رهيو هو. مون کي ياد آهي. ڪيس ٻنهيءَ ٻانهن جي ڏورن ۾ هٿ سوگهو وجهندي چيومانس، ”فدا، تون جيڪڏهن انهن جذبن کي سمجهي سگهين ٿو ته ٻڌ، هوءَ جيڪڏهن مون سان نه ٿي ڳالهائي ته اهو اهڙو صدمو هوندو جنهن کي برداشت ڪرڻ جي همت مان شايد ساري نه سگهان. مان هن ڪان سواءِ مري ويندس. ڪيترن ئي ڏينهن ڪان منهنجون نظرون هن جي وجود کي سجدو ڪنديون رهيون آهن. مون هاڻي ڄاتو آهي ته منهنجي اندر هوءَ

ڪيتري ئي وقت ڪان رهندي تي آئي. منهنجي ٻانهن ۾ هن لاءِ هزارين ٻاڪر تڙپندا رهيا آهن. جن جو احساس هاڻي تي رهيو آهيم..."

ڪوڙ دير مان هن سان جذباتي ٿي ڳالهائيندو رهيو هيس. مون پوءِ محسوس ڪيو تہ اها تڙپ منهنجي اندر ۾ ڪيترن ئي ڏينهن ڪان هئي ۽ جڏهن فدا سان سور سليم تہ هن منهنجي دل ٻڌائي.

هوءَ ڏاڍي شريف ڇوڪري هئي. نانءُ بہ فدا ڀچرائي ڏنو. سائرا نالو هيس ۽ پوءِ مون لاءِ اهو نانءُ ورد ٻڻجي ويو. فدا گرناري هيو. هو مون لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار هيو. وقت هوريان هوريان گذري رهيو هو. منهنجي تڙپ ۽ بي قراري عروج تي هئي. نيٺ هڪ ڏينهن فدا آيو، "اڄ ڪان ڪم ڇوريو اٿم."

پڇيو مانس، "ڪيئن؟" منهنجي دل ان وقت ايڏو تيزيءَ سان ڌڙڪي هئي جو لڳو هيم تہ وات مان ٻاهر نڪري ايندي يا سينو ڦاٽي پوندو.

چيائين، "سولي ترڪيب استعمال ڪئي اٿم."

پڇيم، "ڪهڙي؟"

چيائين، "رضيہ کي چيو اٿم."

"رضيہ ڪهڙي؟" ڪانئس پڇيم. ڇو تہ هو ڇوڪرين سان اڪثر مختلف بهانن سان ڳالهائيندو رهندو هو. بہ ٽن ڇوڪرين سان تہ ويجهو بہ هيو.

چيائين، "مائڪرو بائلاجي واري."

پڇيو مانس، "ڇا چيو اٿئي رضيہ کي."

مرڪي چيائين، "چيواٿمانس تہ ڪيمسٽري ۾ جيڪو امتياز پڙهندو آهي، اهو ڏاڍو شريف آهي. سوبر آهي."

"پران کي ڇو چيو اٿئي؟" مون ڳالهہ نہ سمجهي هئي. چيائين، "اڙي چريٽ، ٻڌ تہ سهي، رضيہ اهي ڳالهيون سائرا سان ڪندي ۽

عورت جي معامري ۾ پهريون طريقو اهو آهي، تنهنجي ڳالهه هن وٽ پهچندي، تنهنجي نانءُ جي خبر پوندس پوءِ هن وٽ تولاءِ احترام جاڳندو ۽ ايئن پوءِ...." هن هٿ جي اشاري سان آسمان ڏانهن نهاريو ۽ مان مرڪي پيس.

واقعي هو تجربيڪار هيو. عورت جي نفسيات کان واقف هو. چو ته هڪ پيرو سائرا، رضيه سان ڪامن روم ۾ وڃي رهي هئي ۽ مان ڪينٽين کان واپس اچي رهيو هوس. ڪامن روم واري ڪاريڊور ۾ اسين بلڪل سامهون هئاسين. منهنجو ان وقت سوچڻ وارو عمل بلڪل رڪجي ويو. جڏهن رضيه ڪيس نوٽ هنئي ۽ چپن ۾ ڪجهه چيو ۽ مان سمجهي ويس ته هن چيس، "اهو ٿئي امتياز."

هن هڪ اڄاتري نظر مون تي وڌي هئي ۽ پوءِ نظرون هيٺ ڪري گرلس ڪامن روم ۾ هلي وئي هئي. مان ڪٿي هيس؟ ڪيئن بيٺو هوس. ڪيئن پوائنٽ وسيلي گهر آيس. اهو سڄو ڏينهن ۽ رات مون کي ياد ناهي. بس، رڳو اڄاڻ ذهن تي ڇانيل هئي.

فدا کي ٻڌايم. هن چيو، "استاد، هاٿي ڪم ٿي ويو." ايئن هوريان هوريان هوءَ مون ڏانهن ۽ مان هن ڏانهن ڏسندا رهياسين. فدا رضيه سان ملاقات ڪرائي ڇڏي هئي ۽ مون کي هوءَ سڀ حال احوال ٻڌائيندي هئي. هن هڪ ڏينهن چيو، "سائرا سان ڳالهائيندين؟"

مون چيو، "ان کان وڏ ٻيو ڇا گهرجي."

هن چيو، "ته پوءِ چوانس، امتياز توسان ڳالهائڻ چاهي ٿو؟"

ناراض ته نه ٿيندي؟" مون پڇيو.

چيائين، "نه نه، هوءَ هاڻ توڏانهن ڪوڙ ساري مائل ٿي چڪي آهي."

چيومانس، "نيڪ آهي چوينس،" ائين چوندي منهنجي سڄي جسم تي هلڪو پگهر اچي ويو.

ٻن ڏينهن کان پوءِ رضيہ چيو، ”سادي ٻارهين لڳي لاءِ سائرا کي چيو ٿم تہ تون ان سان ملڻ چاهين ٿو.“

”ڪٿي؟“ پڇيم.

چيائين، ”وي سي آفيس جي پٺيان نرسريءَ ۾.“

مان سادي ٻارهين جو انتظار ڪرڻ لڳس. سادي ڏهين کان سوائين يارهين تائين ڪلاس هيو. ڪلاس ۾ بي قراريءَ لڪي نہ سگهي ۽ استاد پڇيو، ”چاهي امتياز؟“

مان جواب نہ ڏيئي سگهيو هوس، اهڙي حالت ٿي وئي جو سيني تهڪ ڏنا هئا. سوائين يارهين ٻاهر نڪتس. ڪجھ سمجھ ۾ نہ ٿي آيو. حيران هيس تہ مان ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ ايڏي مونجھ محسوس نہ ڪئي. ڇوڪرين لاءِ تڙپ نہ هئي ۽ هتي هڪ ڇوڪريءَ سان ڳالهائڻ جو وقت ويجهو اچي رهيو هيو ۽ مان ايڏو بي قرار ۽ پريشان هيس، شايد ان ڪري جو هوءَ منهنجي وجود ۾ گهڙي وئي هئي. هوءَ اهو احساس هئي جنهن جي ڳولا ۾ مان هميشہ هيس. اهو جذبو هئي، جنهن لاءِ تڙپندو رهيو هوس. ٻارهين وڳي فدا مليو. ڪيس ڪينٽين تي وٺي آيس. وڻ هينان ويناسين ڪيس ٻڌائڻ چاهيم، پر ايئن لڳو ڄڻ سيئي مون ڏانهن ڏسن ٿا جيڪڏهن فدا سان ڳالهہ ڪيم تہ سيئي ٻڌي وٺندا.

فدا پڇي رهيو هو ۽ مون چيو ٿي، ”ٻڌايان ٿو.“

ٻيرو پاڻي جو جڳ کڻي آيو. مان اڌ ڪلاڪ گهٽو ٿي ويس. فدا پڇيو، ”چاهي؟ ٻڌائين ڇو نہ ٿو؟“ پريشاني هن جي چهري تي ڇانئجي وئي هئي.

هوريان هوريان چيومانس، ”يار، سائرا سادي ٻارهين وڳي مون سان ملندي.“

فدا ٿڦ ڏنو ۽ زور سان منهنجي سڄر تي ٿڦ هنيائين، ”ويري

گڏ!"

هن بي اختياريءَ ۾ ايڏي زور سان ٽپ هڻئين هئي جو ڀرپاسي وارن اسان ڏانهن ڏٺو هو. ها ڪنهن سمجهيو ته رد عمل ۾ مان به ٽپ هڻندس. پر مون ڏک محسوس ڪندي به محسوس نه ڪيو ۽ چيومانس، "يار، مان ڪيئن هن سان ڳالهائي سگهندس؟"

چيائين، "صفا چريو آهين. اڄ تائين ڪنهن سان ڪونه ڳالهيو اٿئي ڇا؟"

مون چيو، "ڳالهايو اٿم، پر هن سان ڳالهائڻ جو احساس...." رڳو هٿ ئي نچايم وڌيڪ چئي نه سگهيم.

جهٽ رکي چيم، "ڇا ڳالهايانس؟"

هن چيو، "حُسن جي تعريف ڪجانس، پيار جو اظهار ڪجانس وڏيون ڊاڙون هڻجان ۽ ڊائلاگن مٿان ڊائلاگ هڻجانءِ...."

چيومانس، "ڇڏ يار، اهو به طريقو آهي؟"

چيائين، "اڙي هلي ائين پيو."

چيم، "نه يار، مان هن سان رواجي هلڻ نٿو چاهيان. پيار کي اظهاريا تعريف جي ضرورت ناهي هوندي."

چڱو نيڪ آهي. پر ڊپ نه ڪر، وڃين ملينس." هن چيو.

مان وي سي آفيس ڏانهن روانو ٿيس. فدا کي چيم، "تون نه هل."

مون کي لڳو ٿي ته ڇڻ سڀئي مونڏانهن ڏسي رهيا آهن. منهنجو پيڇو ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ ائين ڪجهه به نه هو. پر مان محسوس ڪري رهيو هوس.

هوءَ ۽ رضيه پنج منٽ ديرآيون. مان نرسري وٽ چونڪ وٽ بيٺو هوس اُهي آيون ۽ اسين ٿيئي، ٿورو هيٺ، ننڍي ٻني تي ويهي رهياسين. منهنجي دل ڌڙڪي رهي هئي. رضيه چيو، "هي آهي سائرا."

مان ڏانهنس ڏنو ۽ هن به نظرون کنيون اِها نظر اُهو اظهار ٻڌجي وئي جنهن لاءِ اسان کي چپن جو ڪڏهن به محتاج نه ٿيڻو پيو.

رضيه چيو، "مان هلان ٿي توهان ڪچهري ڪريو."

مون چيو، "نه توهان ويهو."

ڏنم ته سائرا به ساڳي التجا واري نهار متس وڌي. هوءَ به مونسان هڪدم اڪيلو ويهڻ لاءِ تيار نه هئي. رضيه مرڪي چيو، "جلدي اچان ٿي." مرڪندي تڪڙ ۾ ڏسٽي ۽ وڃين آگر سان اشارا ڪندي هلي وئي.

اسين ٻئي وينا هئاسين. چُپ هئاسين. هن جون نظرون هيٺ هيون. ساڄي پير جي سينڊل جي کُڙيءَ سان ڌرتيءَ ۾ چگهه ڪري رهي هئي. مون سندس پيرن تي نهار وڌي، اڇا پير ڪارين پٽين واري سينڊل ۾ وڌيڪ سوبيا وارا لڳي رهيا هئا. هوريان هوريان منهنجون نظرون هن جي وجود جو جائزو وٺڻ لڳيون. هوءَ پريل بدن سان اڇي رنگت واري چوڪري ڳاڙهن، ساون ۽ پيلن گلن واري ڪپڙن ۾ اِهڙو گلدستو لڳي رهي هئي. جنهن ۾ هن جو چهرو اڇي گل جيان سينيءَ رنگن کان نروار هو.

اسين ٻئي ڪيئي گهڙيون چپ وينا رهياسين نه هن ڳالهائڻ جي همت ڪئي ۽ نه مان. ڇئون ته آخر ڇا؟ ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿي آيو. ڪهڙي ڪهڙي مهل هڪ ٻئي ڏانهن نهاري رهيا هئاسين ۽ پاڻ ئي اکيون چورائي رهيا هئاسين. شايد پنڌرهن يا ويهه منٽ گذري ويا اسان خاموش هئاسون. پر ايئن نه هو، مان هن سان ڳالهائي رهيو هوس. هوءَ مونسان ڳالهائي رهي هئي. جيڪڏهن رڳو سانت هجي ها ته نيٺ بيزار ٿيون ها. پر اسانجي اها اهڙي بولي هئي، جنهن کي دنيا جو هر پيار ڪرڻ وارو ماڻهو سمجهي سگهندو آهي.

سوچيم هوءَ ڪونه ڳالهائيندي، نيٺ مون ئي چيو، "توهان جي

پڙهائي ڪيئن پئي هلي؟"

اِهڙو جملو جيڪو اسانجي پيار واري رشتي کان بلڪل الڳ هو، جنهن جي ڪا معنيٰ بہ نہ هئي. پر مون کان ڇنجي ويو. جڏهن هن جواب ڏنو تہ ان جملي کي ايڏي معنيٰ ملي وئي، جيڪا مٽيءَ جي مورت ۾ ساهہ اچڻ واري معنيٰ جي برابر هئي.

چيائين، "ڪتابن جا سڀ لفظ تبديل ٿي ويا آهن. انهن لفظن کي هڪ ئي لفظ ملي ويو آهي..."

مون سوچيو تہ اهو لفظ "پيار" هوندو. پر پوءِ بہ پڇيومانس، "ڪهڙو؟"

ڇهري جي اڃاڻ ۾ گلابي رنگ هارجي پيس، اکين تي پئي هٿ ڏنائين. هن جو نڪ، چپ ۽ ڪاڏي ظاهر هئا. چپ چريا، چيائين، "امتياز!"

مان حيران ٿي ويس. پڇيومانس، "امتياز ايڏو سٺو لفظ آهي ڇا؟"

مون ڏانهن ڏسي چيائين،" گهر وڃي ان جي معنيٰ تي غور ڪجو."

ان کان پوءِ اسين اڌ ڪلاڪ وڌيڪ ويناسين. وقت گذرڻ جي سڌ ئي نہ رهي. ڏيڍ ٿي ويو. هن کي ڏيڍ واري پوائنٽ ۾ وڃڻو هو. پوئين اڌ ڪلاڪ ۾ اسين هڪ ٻئي جي خاندان بابت پڇا ڪئي. هن ٻڌايو تہ سندس پيءُ جيئرو آهي. ماءُ مري چڪي اٿس. ٻہ ڀائر اٿس، جيڪي ڪائنس ننڍا آهن. پيءُ بينڪ ۾ اسسٽنٽ اٿس.

اُها رات ڇا هئي؟ ڄڻ تہ دنيا جا سيئي ڪبوتر منهنجي دل ۾ هئا. ڌرتي، آڪاش، ماڻهو سيئي وٽي رهيا هئا. ان کان پوءِ هوءَ ٿي ڏينهن نہ ملي. مان پريشان ٿي ويس. مون ۾ همٿ اچي وئي. ڪامن روم اڳيان بيهي دروازي جي ڀڪ ۾ اندرين پاسي کان پيل ڪرسيءَ تي

وينل هڪ ڇوڪريءَ کي چيم، ”پليز، سائرا کي تہ سڏ ڪجو.“

هن رڙ ڪري سائرا کي سڏيو. هوءَ ڀھريون تہ ڪاوڙ ۾ ٻاهر نڪتي، پر مون تي نظر پوندي ئي هڪ عجيب مرڪ چپن تي آندائين. اهڙي مرڪ جيڪا ڪنهن فاتح جي چپن تي هوندي آهي. منهنجي چهري تي ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي احساس وارا تاثر هئا. هوءَ ٻاهر نڪري اتي ئي ڪاريڊور ۾ مونسان گڏ بيهي رهي. پر ۾ ڇوڪرا ايندا ويندا رهيا. چيومانس، ”هتان ٻاهر هلئون.“

چيائين، ”نہ .“ لهجي ۾ سختي هئس.

مان پريشان ٿي ويس، ”ڇا لئہ نہ؟“

چيائين، ”ان ڪري نہ جو ٿوري دير ڪان پوءِ منهنجو ڪلاس شروع ٿيندو.“

منهنجي چهري تي ڏک جا اولڙا هن ڏسي ورتا، چيائين، ”پوءِ ملئون ٿا.“ مون رڳو ڪنڌ ڏوڻي، ”ٺيڪ آ.“ جو اظهار ڪيو.

ٿورو وڌيم تہ هن هوريان منهنجو نانءُ ڪنيو، لڳم تہ ذهن ۾ گهنڊڙيون وڄي ويون. بيٺم، چيائين، ”ڇڱو ڀلا ترس مان پرس کڻي اچان.“

هوءَ گرلز ڪامن روم ۾ وئي پرس کڻي ٻاهر آئي. چيائين، ”چئو ڪٿي ٿو هلڻ چاهين.“ سندس لهجي ۾ اعتماد ڏسي مان حيران هيس. اسين ٻئي ٻاهر آياسين. ساڳئي هنڌ اچي ويٺاسين. جتي پهرين ملاقات ڪئي هئي سون. پڇيومانس، ”هيڏا ڏينهن ڪٿي هيئہ. مان ڪيڏو تڙپيو آهيان. ان جو اندازو توهان کي ڪهڙو؟“

چيائين، ”مان بہ تہ اِها تڙپ ڏسڻ پئي چاهي تہ رڳو هڪ ملاقات ڪري ڪو ڊونگ تہ ڪون رچايو هيؤ.“

مرڪي چيم، ”مان توهان سان اهڙو ناتو جوڙيو آ جيڪو منهنجي خيال ۾ اظهار جو بہ محتاج ناهي، پوءِ ڀلا ايئن ڪيئن ڪري

سگهندس."

خوشبو، مان هن سان ڪوڙ ڳالهيون ڪيون، هوريان هوريان اسان هڪ ٻئي کي مڪمل سمجهي ورتو. سيڪجهه سچ سچ ٻڌايوسين، زندگي گذارڻ لاءِ ڪيئي رٿون جوڙيون سين. خواب اٽياسين. سپني جي ساپيا لاءِ رستا جوڙڻ شروع ڪياسين. مان فائنل ۾ هيس. هن کي اڃان هڪ سال يونيورسٽيءَ ۾ رهڻو هو. مون گهر ڳالهه ڪئي. منهنجي مرضي مڃي وئي. سائرا جي پيءُ سان ڳالهه ٻولهه ٿي ته سيڪجهه طئي ٿي ويو. هن جي پيءُ رکو شرط اهو وڌو ته ڇوڪري کي نوڪري ملندي ته پوءِ شادي جي لاءِ هائوڪار ڪندس. اِهو ڪو وڏو شرط نه هو. مان فائنل ڪري، نوڪريءَ جي ڀڄ ڊڪ ۾ لڳي ويس. هن سان ملڻ لاءِ يونيورسٽيءَ وڃڻو پوندو هو جو ته سندس گهر ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ڏکيو هو. بابا پنهنجي ڏيٺ ويٺ ۾ ڪجهه ڏوکڙ ڏيئي بينڪ ۾ نوڪري ونرائي ڏني. نيشنل بينڪ ۾ اسسٽنٽ جي نوڪري في الحال چڱي هئي ۾ خيال هيم ته سال ڏيڍ کان پوءِ ڪنهن وڏي پوسٽ لاءِ جاکوڙ ڪبي. مون نوڪري ڪئي، هن به ايم اي ڪري ورتي ۾ پوءِ اسان ٻنهيءَ جي شادي ٿي وئي.

خوشبو، مان ڪيڏو خوش هيس ان جو اندازو نه تو ڪري سگهجي. بس ايئن سمجهه ته چڻ ڪو مئل جيئرو ٿي پئي."

هن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. خوشبو ڏانهنس رومال وڌايو. هن هلڪي مرڪ ۾ نڙيءَ ۾ قاتل سڏڪي کي آزاد ڪندي ڳوڙها اگهيا.

"اسين ڏاڍا خوش هوندا هئاسين. هوءَ صبح جو سوير اٿندي هئي. منهنجي لاءِ ناشتو تيار ڪندي هئي. استري تيل ڪپڙا ٻيهر استري ڪندي هئي. چانهه تيار ڪندي هئي. ايستائين مان ستو پيو هوندو هيس. هن جو مون کي جاڳائڻ جو هڪ انداز هيو، هڪ ادا هئي، جيڪا مون کي سيءَ ۾ باهه جي سيڪ جيان وڻندي هئي. مان بستري

تي سمهيل هوندو هيس. هوءَ بنا ڪڙڪو ڪرڻ جي هوريان هوريان ايندي هئي. بستري تي ويهندي هئي. آهستي آهستي منهنجي نرڙ تي هٿ گهمائيندي هئي منهنجي وڪريل وارن ۾ پنهنجيون نرم آڱريون وجهندي هئي. منهنجي مٿي کي هلڪو هلڪو زور ڏيندي هئي. پنهنجا پير منهنجي پيرن مٿان رکي مالش واري انداز ۾ گهمائيندي هئي. جاڳ هوندي به ڪيئي پل ستو پيو هوندو هوس ۽ هوءَ اوستائين نه اٿندي هئي جيستائين مان اکيون نه کوليندو هوس. ايئن هر صبح جو پهريون ديدار هن جي مرڪندڙ چهري جو ڪندو هيم. لڳندو هوم ته هن جو چهرو اهڙو ثواب آهي، جنهن ڪري جيون جي اسات رستن تي مان سرور ماڻي ورتو آهي.

اسين ڏاڍا سرها هئاسين. هوءَ بابا جو، امان جو وقار جو بي انتها خيال ڪندي هئي. پر وقار، الا!"

هو سڏڪي پيو، "خوشبو، سائرا کي خبر هئي ته وقار مون کي ۽ امان کي انتهائي پيارو آهي. بابا رڳو چڙيل هوندو هيس، اهو به ان ڪري جو وقار هاڻي ايڏو خراب ٿي چڪو هو جو ان جو هر عمل ڪنهن عذاب ۽ خواري کان گهٽ نه هو. هن جو سائرا سان ڪجهه وقت ورتاءُ ته بهتر رهيو، پر پوءِ وقت سان گڏ هو سائرا سان زياديتون ڪرڻ لڳو. ڪيس معمولي ڳالهه تي جهيڙڻ، تنگ ڪرڻ، اها سائرا ئي هئي، جيڪا اها ذلت برداشت ڪندي رهي ۽ مون کي هڪ لفظ به نه ٻڌائيندي هئي. پر مان سڀ سمجهي رهيو هوس. مان جيڪو به سائرا لاءِ گفٽ وغيره آڻيان، جي وقار جي مٿس نظر پوي ته ڪانئس زوري کسي وٺندو هو. هوءَ ڪو ڪتاب يا رسالو پڙهندي هئي ته وقار هن کان کسي وٺندو هو. گهڙي ڏسي ۽ پوءِ ڦاڙي ڇڏيندو هو.

خوشبو، توکي مان ڇا ڇا ٻڌايان ته هن ڇا ڇا ڪيو؟ سائرا ڪا فلم ڏسي رهي هوندي هئي ته وقار ايندو بنا پڇڻ جي وي سي آر ۽

تي وي ڪمري مان ڪٽي، پنهنجي ڪمري ۾ اچي اڪيلو فلم ڏسندو هو. فلم ڇا ڏسندو؟ بس فلم هلندي پئي ۽ پاڻ ننڊ سمهي پوندو هو. جي ڪو به لفظ ڪچبو ته هو پاڻ کان نڪري ويندو هو. اسان کي سدائين اهو پئو رهندو هيو ته ڪٿي هو ڪجهه ڪري نه وجهي.

هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو سائرا جو پيءُ آيو. سائرا ان لاءِ شربت ٺاهڻ لڳي ته وقار ڪانئس جڳ ڪسي ورتو ۽ چيائين ته هن جا دوست آيا آهن. سائرا چيس ته ترس توکي پيو ناهي ٽي ڏيان. هن جو اِهو چوڻ ۽ وقار جو زور سان فرش تي جڳ اڇلڻ. هن ان تي بس نه ڪيو پر پوءِ هو سائرا کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. هن جو پيءُ آيو، وقار کي چيائين، ”حيا ڪر ياءُ جي زال اٿئي، تميز سان ڳالهائبو آهي.“

وقار تڏهن بگڙي پيو. ”تون ڪير هوندو آهين مون کي منهنجي گهر ۾ تميز سيکارڻ وارو؟ اهڙي لاڏلي اٿئي ته ونئي وڃينس.“

ڳالهه رڳو اتي ختم ٿئي ها ته معامرو ٺري وڃي ها. ڪا به ڌيءُ ڪجهه به هجي، پيءُ جي بي عزتي برداشت نه ٿي ڪري سگهي. وقار سان هوءَ به پهريون ڀيرو تکي ٿي پئي جنهن تي وقار مٿس الر ڪئي. جنهن ڪري معاملو بگڙي ويو. ابا به گهر نه هيو. امان وقار کي ڪنٽرول نه ڪري سگهي. هن جي گگ وهڻ لڳي. تمام گهڻو جذباتي ٿي ويو ۽ جيڪو ڳالهائڻ ۾ آيس ٿي ڳالهائيندو ويو. سائرا جو پيءُ به آخر عزت وارو هو. هن به ڳالهايو ايئن معاملو حد کان ٽپي ويو. سائرا پيءُ سان گڏ هلي وئي.

مان گهر آيس ته رڳو امان روئي رهي هئي. وقار گهران نڪري ويو هو. منهنجي لاءِ اها خبر بم بلاسٽنگ کان گهٽ نه هئي. مان تڪڙو تڪڙو سائرا جي گهر ويس. هن جي پيءُ دروازي کان ئي مون کي موٽائي ڇڏيو. منهنجون منٿون بيڪار ويون. گهر آيس، سائرا کي فون ڪيم، پر هن به سڏ ڪندي گهر واپس اچڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

هوءَ پنهنجي پيءُ سان ٿيل زيادتيءَ جو ذميوار پاڻ کي سمجهي رهي هئي. ان ڪري هن لاءِ هاڻي پيءُ جو هر چيو مڃڻ لازمي هيو.

منهنجي حالت بگڙي وئي. هن ڪان هڪ پل الڳ هجڻ جو تصور ئي مون لاءِ ممڪن نه هو. هيءَ ته وڏو سانحو ٿيو هو. منهنجي اندر ۾ ڪيترا ٽانوَ ٻجي پيا. منهنجي هوش تي درد ڇانئجي ويا. مون دنيا ۾ پاڻ کي فالتو سمجهندي ٻه ٽي ڀيرا خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي. مون کي مسلسل نوَ ڏينهن بيهوشي جون سيون لڳايون ويون. جيئن منهنجي ذهن تان ڪجهه جنون جهڪو ٿئي. ها، ايئن ضرور ٿيو، پر مان رڳو ماءُ پيءُ لاءِ هڪ چرندڙ پرندڙ جسم رهيس. منهنجو روح، منهنجو قرار، منهنجي عاشقي گهائجي چڪا هئا. پيار جي ڪبوتر کي ايڏو گهايل ڏسي مان وڪري ويس، مون کي حيرت هئي ته مان جيئرو ڇو آهيان؟ پر...پر، خوشبو، ماءُ به ماڻهوءَ جي جيون ۾ هڪ اهڙي هستي آهي جنهن ڪارڻ خواهشن جي خاتمي ڪان پوءِ به جيئڻو پوندو آهي. هن جي پيٽ ۾ ساندڻ، جنمڻ، پالڻ ۽ پيار جي قيمت ادا ڪرڻ لاءِ مون کي جيئرو رهڻو پيو ۽ اها به ته آس هئي ته هوءَ متان اچي پئي.

پر ايئن نه ٿيو. چو ته وقار هڪ ڀيرو ٻيهر هن جي پيءُ جي ڀريل بازار ۾ بي عزتي ڪئي. هيءُ ته شڪر هيو جو ماڻهو وچ ۾ اچي ويا نه ته هن عزتدار جو مغز ڦاڙي وجهي ها. ان سانحي مون کي اندران بلڪل ختم ڪري ڇڏيو. هڪ پاسي، ماءُ جون آس ڀريل اکيون هيون. هن جا درد ۾ ڏڪندڙ چپ هئا. اُهي چپ جن مون کي مٺيون ڏنيون هيون. مَڇين جيان تڙپي رهيا هئا انهن ڪارڻ مان خاموشيءَ جو خنجر پنهنجي سيني ۾ ڪپائي ڇڏيو. وقار کي ڏسي اکيون بند ڪري ڇڏيندو هوس. مان ويران ٿي ويس. سائرا جي اِها سڌ پيم ته هوءَ به تڙپ ۾ بي سڪونيءَ جي حالت ۾ آهي. پر هاڻي پاڻي گهڻو مٿي چڙهي چڪو هو. ڪناري مٿان ڪنارو پڏي چڪو هو. هوءَ پيءُ جي عزت خاطر سندس هر مرضي مڃڻ لاءِ تيار هئي. هن جو پيءُ ان حالت ۾ ڪنهن به طرح سان تعلقات سڌارڻ جي موڊ ۾ نه هو. ڪيئن ٿئي ها؟ هڪ ڏينهن هن

فون ڪري مون کي چيو تہ مهرباني ڪري سائرا کي طلاق ڏي. هو بي عزتيءَ جي احساس ۾ ديوانگيءَ واري حالت ۾ هيو. ۽ مان...."

هو روئي پيو، "۽ پوءِ خوشبو، هن وربل نوٽيس ڏنو، مان هفتو رکي فون ڪيو. ۽ سائرا بہ روئندي رڙ ڪئي، ها ها ها...."

هو اٿيو خوشبو جي اکين ۾ بہ پاڻي اچي ويو.

امتياز کي آٿت ڏيڻ لڳي تہ امتياز چيس، "اهو اٿئي منهنجي پيار جو داستان، منهنجي ماتم جو داستان."

"امتياز، حوصلو رک، تنهنجو پيار، امر تا جي حدن کان بہ الاهي اڳتي آهي. تون تہ سچو آهين. تنهنجو ڏوه ناهي. سائرا نہ سهي، ان جي پيار کي ڪنهن ٻي جي وجود ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪر. پيار اصل آهي. جسم تہ ان جو پاڇو هوندو آهي ۽ تون اِهو اصل اجان بہ حاصل ڪري سگهين ٿو. مان توکي يقين...." هوءَ جذباتي ٿيڻ لڳي. اوچتو چپ ٿي وئي. ڪجهہ سوچي امتياز کان پڇيائين، "ڇا هاڻي اهو ممڪن آهي تہ هوءَ ٻيهر تو وٽ اچي."

"نہ، جو تہ سائرا سان ابا ۽ امان بہ ملي آيا هئا. پر هوءَ ۽ سندس پيءُ مڪمل انڪاري آهن." امتياز وراڻيو.

خوشبو جهٽ ڪنڌ هيٺ لڙڪائي ٻيهر مٿي ڪٽندي چيو، "امتياز، تون چوين پيو تہ دل جا چار خانا هوندا آهن..." امتياز، سندس ڳالهہ ڪٽيندي چيو، "مان اهو سائنسي طور ٿي چيو، پر دل پوءِ بہ هڪ هوندي آهي. جيڪا هڪ کي ملندي آهي."

"ها، اِهو صحيح آهي، پر اِها ايڏي وسيع ڪائنات آهي، جنهن جي ڪنڊ ۾ ڪو ٻيو بہ ويهي سگهي ٿو. ڪنهن بہ روپ ۾." خوشبو چيو.

امتياز هلڪو چرڪ ڀريو، "ڇا مطلب؟"

خوشبو ڳالهہ مٿائيندي چيو، "ماءُ جي روپ ۾، ڀيڻ جي روپ ۾، دوست جي روپ ۾، همدرد جي روپ ۾."

امتياز ڏکهو ساهہ ڪٽندي چيو، "انهيءَ ڪري تہ اجان تائين جيئان پيو.

# ١٠

رات جي وچين حصي ۾ امتياز جو پيءُ ۽ ماءُ، هوريان هوريان پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. "خوشبو ڏاڍي سيبتي ڇوڪري آهي."

"سچ ٿي چئين." هن زال جي ڳالهه مجيندي چيو، "ڏس نه هن جي ڳالهين ۾ ڪيڏو جادو آهي. مون کي ته هن جي شخصيت اهڙي دوا ٿي لڳي جيڪا نظر نه ايندڙ ڦٽن تي ڀرپور اثر ڪندي آهي."

"مون به اهوئي پئي سوچيو، ڏس نه ڇا وقار ۽ ڇا هاڻي هن جو رويو. جيڪو هن عمر تائين اسان جي هيڏن حيلن کان پوءِ به سڌو نه ٿيو ۽ هاڻي ڪيئن نه صفا ساڄاهه وارو ٿي ويو آهي. هن جي اٿڻي ويهڻي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڌرتي آسمان جيڏو فرق اچي ويو آهي. مان ته چوان ٿي ڇوڪري صفا بخت آهي، بخت."

هن پاسو ورايو. "ٻيو ته ٺهيو، امتياز به ڏس هاڻ ڪيئن نه نيڪ ٿي ويو آهي. هن جي ڇپن مان ٺهڪ نڪرندا ڏسي، مان ته پاڻ کي ٻڪين جي وڏي ولر سان گڏ اڏامندو محسوس ڪندو آهيان. هن جي مرڪ ڇا موتي آهي لڳيم ٿو منهنجي مٿي تان پٿر جو ٻڙ لهي ويو آهي."

"هڪڙي صلاح ڏيانءِ." هوءَ رازداريءَ ۾ ڳالهائڻ لڳي.

"چئو؟"

"منهنجي مرضي آهي ته وقار ۽ خوشبو جو رشتو ڪرائجي. ڏاڍي ڀلي جوڙي ٿي پوندي. وقار جي زندگي به سڌري پوندي ۽ اسان جي گهر ۾ به رونق موٽي ايندي. ڏس نه، مون کي لڳي ٿو ته ٻئي هڪ ٻئي کي پسند به ڪن ٿا. ڪوڙ ڪوڙ دير تائين ڪچهريون ڪن ٿا. هڪ ٻئي سان ٺهڪ ڏين ٿا. سڪر گهمڻ وڃن ٿا."

هو چوڻ لڳو، "محسوس ته مان به ڪيان پيو. پر اهو ممڪن آهي؟"

”ٻيو نہ تہ، اسان کان وڌيڪ ھن کي ڀلا ٻيو وري ڪھڙو چڱو گھر ملندو.“

”تہ پوءِ نيڪ آھي.“

ھو ٻئي، ڀن ڄڻن جي زندگيءَ بابت ويچار ونڊي رھيا ھئا. پر تنھن ويل خوشبوءَ جي دل ۽ دماغ تي امتياز جي ھستي مڪمل طور تي ڇانيل ھئي. ھن جي ڌڙڪندڙ دل جو ھر دھڪو، ھڪ نئين خيال کي جنم ڏيئي رھيو ھو. سندس ھمدرديءَ دوستيءَ جو رشتو خيالن جي اھڙي رشتي ڏانھن وڌي رھيو ھو جتي پيار لاءِ سڪ لاءِ، سمونڊ ڇوليون ھڻڻ لڳندا آھن. ھوءَ سوچڻ لڳي: ڇا مون کي امتياز سان پيار ٿي ويو آھي؟ جي ٿي ويو آھي تہ ڇا ھي پوءِ! آئون زندگيءَ جي رڄ ۾ ڪو لڙڪ ناھيان جيڪو اجايل ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي. ھو بہ زندگي ھٿان تاڀو ڪائي چڪو آھي. جي ھن کي منھنجو سھارو ملي ويو تہ ڪيڏو نہ چڱو ٿيندو. پر ڇا ھو مون کي بہ ايترو چاھيندو. جيترو ڪيس آئون چاھيان ٿي؟ ڇا اِھا سوچ ايندي، ايندڙ وقت ۾ ڪٿي آئون پڇتائيندي يس تہ ڪونہ؟ ڇو پڇتائيندي يس! ھو تہ منھنجو آئيڊيل آھي. آئون جنھن آئيڊيل جي ڳولائو رھي آھيان. جنھن ڀرپور شخصيت لاءِ مون ذھن ۾ خاڪو رٿيو آھي. اُھو امتياز ۾ ئي نظر اچي ٿو. ھا، حالتون ھن کي پاڻھي سمجھوتو ڪرڻ تي مجبور ڪنديون. ھو پاڻھي ئي منھنجو ٿي ويندو بلڪل منھنجو. سڀ ڪجھہ وسري ويندس. آئون ڪيس مڪمل پيار ڏيندي يس. پر... آئون ايڏو اڳتي ڇو ٿي سوچان؟ اجان تہ ھڪ وک کنئي اٿم. ھن سان اظھار بہ ناھيان ڪري سگھي. امان کي بہ ٻڌائي ناھيان سگھي. سڀ ڪجھہ نيڪ ٿي ويندو.

# ١١

سائرا جي وڃڻ کان پوءِ ڪوڙ ڏينهن بعد نئيڙي گهر ۾ ٻيهر مرڪون ٽڙي پيون هيون. ٿڪن جي سرهاڻ ڦهليل هئي. امتياز جا درد هلڪا ٿي ويا هئا. هو سائرا کي وساري ته ڪونه سگهيو هو. پر ان هوندي به خوشبوءِ سان ڳالهيون ڪندي ڪندي ڪن پلن ۾ وٿائنس درد ڊڄي ڀڄي ويندا هئا. هن جي سوچ ۾ خوشبو جا رويا به هئا ته سائرا جي انڪار جا پڙاڏا به هئا. سائرا جو پيءُ ڏيءَ جي طلاق لاءِ گهرجائو هيو. امتياز تمام گهڻي سوچڻ ڪان پوءِ به ڪنهن نتيجي تي پهچي ڪونه سگهيو هو. ڪڏهن ڪڏهن سوچ جي ڪنهن حصي ۾ هو پاڻ کي اڪيلو اڪيلو محسوس ڪندو هو ۽ سائرا کي پاڻ کان ڏور. پر هن کي اڃان به پڪ هئي ته سائرا هن وٽ ضرور ايندي. هن کي پنهنجي پيار جي سچاين تي ويساهه هو.

انهن سچاين جي هارائڻ واري ڳالهه تي يقين ڪرڻ هن لاءِ انتهائي ڏکيو هيو. پر ڪن گهڙين ۾ پاڻ کي ان رانديگر جيان پائيندو هو جيڪو راند ۾ حصو ورتي بنا دير سان پهچڻ ڪري هارايو ويو هجي.

وقار جڏهن خوشبوءَ جون اکيون ڏٺيون. هن لاءِ اِهي سموري ڪائنات بڻجي ويون. انهن اکين جي احساس ۾ هن کي هر شيءِ سندر لڳي رهي هئي. راتيون به روشن ٿي ويون هئس. هو ڇا هو؟ ۽ هاڻي ڇا ٿي پيو هو؟ ان حيرانيءَ ۾ سڄو گهر ٻڏل هو.

اڳ وقار جا رويا ابرندڙ پاڻيءَ جيان هئا ۽ هاڻي ٿڌي وهڪري جيان. خوشبوءَ هن جي رڳن ۾ گردش ڪري رهي هئي. هن جي دل ۾ ڌڙڪي رهي هئي. راتيون وقار جي پيراندي ڪان ويهي سندس پيرن کي هلڪا هلڪا زور ڏيڻ لڳيون هيون. صبح هن جي وارن ۾ آگرين جو

احساس ٿي وئي. ڏينهن هن لاءِ نور بڻجي ويا. خوشبو جو چهرو هن جي اکين اڳيان هو. هر شيءِ هن کي خوشبو لڳي رهي هئي. ۽ خوشبو هن سان اهڙي طرح ترپت ڪري رهي هئي جيئن هن مان اجايون ارڏايون ختم ٿي وڃن. ڊائننگ ٽيبل تي ويهي ڪڏهن ڪڏهن ماني جا گرهه ٻه وات ۾ وجهندي هئس ۽ ڪڏهن وات تي آڻي واپس ڪري پاڻ کائي ڇڏيندي هئي. پوءِ ٽهڪ ڏيندي چوندي هئس، ”چو وقار وڙهين نه ٿو؟“

وقار ٽيڏي نگاهه وجهندي چيس، ”خوشبوء، تو گرهه کاڌو ته معنيٰ مان کاڌو.“ جهٽ ڏانهنس ڏسي، چيائين، ”ڪيئن، آءِ ايم رائيٽ.“ پوءِ ٻئي کلي پوندا هئا ۽ انهن ٽهڪڙن سان ٻاتين جي سيني اندر جهرڪيءَ جيترين دليون ڪبوتر جيڏي اوچي اڏام ڪري وٺنديون هيون.

وقار چوندو هيس، ”سکر هلئون.“

هوءَ ساڻس، ”لب مهراڻ“ تي درياهه ڪناري ڪيئي لمحا گذاريندي هئي. هو چار ڀيرا اتي آيا هئا ٻه ڀيرا امتياز ٻه گڏ هين. هڪ ڀيري امتياز ۽ خوشبو بي خياليءَ ۾ درياهه جي بند تي گهمندي گهمندي ڳچ پنڌ اڳتي نڪري ويا. پنيان وقار کي خبر نه رهي ته ڪيڏانهن ويا تن لمحن ۾ جيڪا تڙپ هن ۾ پيهي وئي، تنهن هن جي وجود کي ڪنهن بزرگ جي مقبري اڳيان دروازي ۾ لڳل گهنڊ جيان لوڏي ڇڏيو ۽ هن جي ذهن ۾ آواز گونجڻ لڳو. هو انهيءَ تڙپ جو احساس وٺي رهيو هو. هن کي هوريان هوريان سڀ سمجهه ۾ اچي رهيو هو ته پيار جو سرور ۽ سور ڪيئن ٽيندا آهن؟

وقار، امتياز ۽ خوشبوءَ جون دليون گواهي ڏيئي رهيون هيون، ڌڙڪندي ڪا اڳڪٿي ڪري رهيون هيون ته هو وقت جي اهڙي حصي ڏانهن وڌي رهيا آهن، جيڪو ڪين پاڻ ڏانهن زوري ڇڪي رهيو آهي،

جتي ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي؟ تنهيءَ جي ذهن ۾ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ هڪ سوال هو؟ ۽ بناانتظار جي هو ان جي جواب جي اوسيئڙي ۾ هئا. هنن جي دلين ۾ اظهارڪرڻ لاءِ لفظ ايندي بچي رهيا هئا.

وقار ڪيئي ڀيرا چاهيو تہ هو خوشبو کي چئي ڏي تہ مان توسان پيار ڪيان ٿو. تون منهنجي آهين رڳو منهنجي. خوشبو اهو احساس هوندي چرڪيل هئي تہ هوءَ امتياز سان پيار ڪري ٿي، جيڪو اڳ ۾ ئي هڪ ڀيرو گهاءُ ڪاڏيون وينو هو. پر هن کي رڳو مرهم ٿيڻ جي خواهش نہ هئي، پر هوءَ هن جي ذهن ۾ وڃڻ لاءِ سوچي رهي هئي.

امتياز جي ذهن تي اڃان سمجهوتي ڪرڻ جو خيال هاڻي پيدا ٿي رهيو هو. هو دردن جي بار کي ڪجهہ جهڪو محسوس ڪري رهيو هو.

# ١٢

اڄ وقارکي اوچتو کو خيال آيو. هو ڪمري ۾ چڪر هڻڻ لڳو. هوريان هوريان گذريل وقت جا اهم واقعا هن جي ذهن تي اچڻ لڳا. هن جو گهر وارن سان رويو، ڀاڄائي سان جهيڙو، ضد ۾ ان جو هر ڀيري سائس رعايت ڪرڻ، ابتو سمجهائڻ، ڪنهن سان به شڪايت نه ڪرڻ. هن جون ارڏايون جاري رکڻ، ڀاڄائي کي لفظ ڪڍڻ، ان جي پيءُ سان جهيڙو ڪرڻ، ٺپون الارڻ، گاريون ڪڍڻ، سائرا جو گهر ڇڏڻ، امتياز جو بيهوش ٿيڻ، آپگهات ڪرڻ جون ڪوششون ۽ پوءِ ان جو سسڪي سسڪي ويران ۽ اداس ٿي جيئڻ.

هو ڇپن ۾ پڙڪيو. "ها مان انهن سڀني واقعن جو ڏوهي آهيان، منهنجي ڪري اهو سڀ ڪجهه ٿيو آهي. هاڻي مون کي ئي، ساڳي رونق واپس آڻڻي آهي. مان ڪنهن به صورت ۾ ڀاڀي کي آٽيندس. ڇاڀه تي پوي."

هو گذريل واقعن جي سمورن ڪندن کي پنهنجي بدن ۾ چڀندو محسوس ڪرڻ لڳو. جڏهن ڪان سندس من ۾ پيار جي ٻوٽ جا رنگ محسوس ٿيا هئا، هو پنهنجي پوئين جيون کي ڀوائتو خواب سمجهي وسارڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هو. ڪنهن حد تائين هن پنهنجي ان جدوجهد ۾ سوڀ به ماڻي هئي. پر اڃان به ڪجهه نقش ۽ پڇتاوا هن جي ذهن کي جنجهوڙي رهيا هئا. هُو ان ڳالهه جي سخت گهرج محسوس ڪري رهيو هو ته هو ڪا اهڙي تبديلي آڻي اِهڙو انقلاب برپا ڪري جيئن هيرو ٿي پوي ۽ پوءِ خوشبوءِ جي سمورين چاهتن کي سهيڙي پنهنجي جهول ۾ ڀري ڇڏي. اهو به وقت هيو جڏهن دوستن ۾ ويهندو هو ته هن جي زبان تعليمي ادارن جي ٽوائلٽ ۾ لڳل دروازن جيان ٿي پوندي هئي. جن تي دنيا جهان جون هڙئي گاريون لکيل

هونديون آهن. پر هاڻي هن جو هرپل ورد بڻجي ويو. جيڪو خوشبوءِ جي نانءُ سان ڌڙڪي رهيو هو.

گذريل ٻن ٽن ڏينهن کان هو محسوس ڪري رهيو هو تہ جڏهن خوشبو کي ڏسڻ بنا چارپنج ڪلاڪ گذري وڃن ٿا تہ تڙپ وڌي ويندي آهي. بستري تي پاسا ورائيندي، محسوس ڪندو هو تہ من گرم تئي ۾ مڪئي جي ڦلي جيان تڙپي رهيو آهي. هو انهن سوچن ۾ گم هو تہ پريان خوشبو کي ويندي ڏٺائين، رڙ ڪندي چيائين، ”ماسات هيڏي تہ اچ.“

هوءَ مرڪندي وٽس آئي، ”چئو ماسات. سندس چهري تي عجيب ڳنڀيرتا هئي.

وقار محسوس ڪندي چيو، ”چا ڳالهہ آهي؟ ڪجهہ پريشان ٿي نظر اچين. وڃڻ جو پروگرام آهي ڇا؟“ وقار وسامندي پڇيو.

هوءَ ڦڪي مرڪ چپن تي آڻي، ڪاٻو هٿ وارن مٿان گهمائيندي چوڻ لڳي، ”تنهنجي مرضي آهي تہ هليا وڃؤن.“

وقار ٽهڪ ڏنو، ”نہ ماسات، مان تہ توکي هميشہ هتي رهائڻ لاءِ سوچي رهيو آهيان.“

هن ٿڌو شوڪارو ڀريندي چيو، ”دل تہ منهنجي بہ چوي ٿي تہ آئون....“

وقار رڙ ڪئي، ”او گريٽ، خوشبو، تو منهنجي مونجهہ حل ڪري ڇڏي، اهو چوڻ لاءِ شايد مون کي امان ابا جو سهارو وٺڻو پوي ها. پر تون...“ وقار ڪيس زور سان چنبڙڻ وارو هو تہ خوشبوءِ ٿورو پوئتي هٽي وئي، هن محسوس ڪري ورتو. ”سوري خوشبو، تو زندگي ڏيندڙ ڳالهہ ڪئي، ان ڪري مان...“

خوشبو چيس، ”امان سان ڪجهہ ڳالهائڻو اٿم پوءِ ملؤن ٿا.“ ائين چئي هوءَ ٻاهر نڪري وئي.

وقار ڪمري ۾ اڪيلو رهجي ويو. دل ۾ آيس ته هو ٽپا ڏيئي نچي. ڪيس لڳو ته پر لڳي ويا آهن، اڏامڻ لڳو. وري ڀيهر ڀاءُ جو خيال آيس. هن اٽل فيصلو ڪيو ته هو ڪنهن به حالت ۾ سائرا کي واپس آڻيندو.

هو انهن سوچن جي درياهه ۾ تري رهيو هو ته خوشبو ڀيهر واپس آئي، "وقار، امان جن واريون ڪيڏانهن ويون آهن؟"

"ٿوري جهڙ اڳ پاڙي ۾ ماسي جميلا وٽ ويون آهن." وقار چيو.

"تو ڀهريون ڪونه ٻڌايو؟" خوشبو پڇيو.

"تون هوش وڃائڻ واري ڳالهه جو ڪئي." وقار شرمائيندي چيو. اوچتو ڪانئس سوال ڪيائين، "پر تون ڪٿي هئينءَ؟"

"تنهنجي ڀاءُ جي ڪمري ۾ ويٺي هئس." وقار جي سامهون امتياز جو نانءُ آڻيندي هبڪ ٿيس ۽ پنهنجي ئي حيا ۾ جهٽ ڪوئجي وئي، "ميوزڪ به ٻڌي رهي هئس ۽ ان جو اوسيئڙو به ڪري رهي هئس. خبر ناهي اڄ ڇو ايڏي دير ڪئي اٿس. هونئن ته پنجين پوڻين پنجين تائين اچي ويندو آهي. ڇهه ٿين پيا پر اڃا تائين ڪونهي آيو." خوشبو وال ڪلال ڏانهن ڏسندي چيو.

"ڇو ڀلا ادا سان ملڻ ضروري آهي ڇا؟" وقار شرارتي انداز ۾ پڇيو.

خوشبو جهٽڪي سان وقار ڏانهن نهار وڌي. ڪيس احساس ٿيو ته شايد وقار محسوس ڪري ورتو ته هوءَ امتياز کي چاهي ٿي. وقار سمجهي رهيو هو ته هوءَ شايد امتياز سان منهنجي لاءِ ڳالهائيندي.

وقار ڪرسيءَ تي وينو. خوشبو کي ويهڻ جو اشارو ڪيائين ۽ هوءَ کٽ تي ويهي رهي. شام جي ڪري روشني گهٽ هئي. وقار اٿي بٽڻ آن ڪيو. ٽيوب لائيٽ به تي جهمڪا ڏيئي روشن ٿي وئي ۽ ڪمري

۾ خوشبو جو چهرو وقار جي سامونڊي نيڻن ۾ لهي آيو. وقار هڪدم ڪائنس سوال ڪيو، ”پيار چاهي؟“

هن وقار تي اچاتري نظر وڌي، ڪمري جي ديوارن تي منظر جي تصويرن کي ڏٺائين. وقار ڪائنس ٻيهر سوال ڪيو. خوشبو بنا معنيٰ واري مرڪ چپن تي آڻي چيو، ”ڪمري ۾ بلڪل اونداهه هجي ۽ روشني اچي وڃي. اهو پيار آهي.“

وقار چپ پڪوڙي، ڪنڌ لوڏيندي هائوڪار ڪئي. ”ته پوءِ چا ادا جي زندگي هينئر اونداهه تي وئي آهي؟“

”ممڪن آهي ٻيهر روشني اچڻ واري هجي.“ خوشبو چوڻ لڳي. ”۽ پرهه ڦٽي چڪي هجي.“

”ڪو جيڪڏهن ڪنهن کي اها روشني آڻي ڏئي ته آٽيندڙ کي ڪهڙو سلو ملندو؟“ وقار پڇيو.

”ان جي سموري زندگي روشن رهندي آهي.“ خوشبو سڪر بيراج هيٺان ٿڌا ساهه ڪٽي گذرندڙ سنڌوءَ جي ٿڌين لهرن جهڙي لهجي سان چيو، ”جنهن کي ڪو به اونداهه نٿو ڏئي سگهي.“

”سچ!“ وقار لفظ تي زور ڏيندي چيو، ”پر ايئن نه ٿئي ته پوءِ...“

خوشبو ڳالهه ڪٽيندي چيس، ”مون کي پنهنجي ڳالهه تي ويساهه آهي.“

”ته پوءِ ماسات، اها روشني ادا کي ضرور ملندي، نه رڳو ان کي پر توکي ۽ مونکي به..ڪيئن ملڻ کپي نه؟“ وقار فيصلي ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

”ها.“ خوشبو ڪٽڪ جي داٽي جيترو مختصر جواب ڏيندي چيو.

وقار تڪڙ ۾ ڪنهن عاشق جي آهه جيان ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو. خوشبو درد ۽ آس جي گڏيل مرڪ چپن تي آٽيندي ننڍڙيون وکون کڻندي هوريان هوريان ڪمري کان ٻاهر نڪري آئي.

# ١٣

ورانڊي ۾ رکيل ڪرسين تي امتياز ۽ وقار ڪان سواءِ سڀيئي ويٺا هئا. مختلف موضوعن تي ڳالهيون ٿي رهيون هيون.

شام جو رنگ فضا ۾ ڦهليل هو.امتياز جي ماءُ ڪرسيءَ تان اٿندي پنهنجي ڀيڻ ڪان پڇيو، "چانهه پيئندؤ؟"

ان ڪان پهرين جو هوءَ جواب ڏئي، خوشبو چيو، "دل جي ڳالهه چورائي اٿؤ."

هوءَ مرڪندي رڌڻي ڏانهن هلي وئي. امتياز جي ڀيءُ ڪي اوچتو ڪا ڳالهه ياد آئي. هو جهٽ لاءِ موڪلائي هليو ويو. هاڻ رڳو خوشبو ۽ سندس ماءُ رهجي ويون. خوشبو کي خيال آيو ته ماءُ کي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏي. اها سوچ ايندي ئي هن جي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي. هوءَ دل جي ڌڪ ڌڪ پنهنجي سموري بدن ۾ محسوس ڪرڻ لڳي. ماءُ ڏانهن ميهوڳي ڪان پوءِ جي فضا جهڙو چهرو ڪندي چوڻ لڳي، "امان..... آئون.... توسان هڪ صلاح ڪ.... ڪرڻ چاهيان ٿي" ڪنڌ هيٺ جهڪايائين، اکيون ٻوٽي ڪا وڏي ڊيگهه ڪئي بنا چئي ڏنائين، "آئـ...آئون..... هميشه لاءِ امـ... امـ..." سندس سمورو وات خشڪ ٿي ويو، چپن تي زبان ڦيريائين. "امتياز سان گڏ ..... رهڻ چاهيان ٿي." ماڻس جي چهري تي حيرانيءَ جا هزارين اولڙا اچي ۽ گم ٿي ويا. رڳو چيائين. "جي!"

"ها امان، آئون..." سندس اکين ۾ لڙڪ اچي ويا، "هن سان پيـ... پيار ڪرڻ لڳي آهيان. هو منهنجي لاءِ خبر ناهي ڇا ٿي ويو آهي ۽ امان، آئون ڄاڻان ٿي ته جيتوڻيڪ اِهو فيصلو غلط ۽ صحيح جي وچ تي بيٺل آهي. پر جيڪا تڙپ، ديوانگي ۽ اوسيئڙو سالن ڪان محسوس ڪري رهي هئس، نه ڄاڻ ڇو امتياز کي ڏسي، هن کي پسي؛ آئون پاڻ

ڪي هن جو ۽ ان ڪي پنهنجو محسوس ڪرڻ لڳي آهيان. هينئر ان ۾ وڌيڪ شدت اچي وئي آهي. امان؛ مون کي ۽ توکي هن جي سمورين حالتن جي خبر آهي. جيڪڏهن سندس زال جي اچڻ جا ٿورا گهڻا به امڪان هجن ها ته آئون ايئن ڪرڻ نه چاهي؛ سوچڻ کي به ڏوهه سمجهان ها. پر تون ڄاڻين ٿي ته سائرا جو واپس اچڻ ممڪن ناهي ۽ هن کي طلاق ڏيڻ امتياز لاءِ ايڏو وڏو ڏچڪو هوندو، جيڪو هن کي ٽوڙي سگهي ٿو ۽ آئون هن کي سلامت ڏسڻ چاهيان ٿي. چو ته چوته...."
هوءَ جذباتي ٿي وئي، اٿي ماءُ جي پيرن وٽ ويٺي ۽ ان جي جهول ۾ مٿو ڏيئي سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. ماءُ جو من مکڻ ٿي پيو جيڪو ڌيءَ جي درد جي گرمائش کي محسوس ڪندي پگهرڻ لڳو. سندس وارن تي هٿ گهمائڻ لڳي. چهرو مٿي ڪري نرڙ تي چمي ڏيندي خوشبو کي چيائين، "امڙ، منهنجي پياري ڌيءَ، اٿ. چري ان ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. اسين توکي پڙهايو آهي ۽ ڄاڻيون ٿا ته اسان جي ڌيءَ ڪو فيصلو ڪرڻ کان اڳ گهڻو ويچار ڪندي. جيڪڏهن تنهنجي اِها خواهش آهي ته الله سٺائي ڪندو. ڳڻتي نه ڪر."

خوشبو ماءُ جي آٿت وارن لفظن کان پوءِ به ٿي سڏڪا ڀيا ڏنا ۽ ڳوڙهن جون ڀي لڙيون، ڳلن کان ٿينديون ڪاڏيءَ تائين آيون، اهي سڪون، درد ۽ خوشيءَ جي ميل جون هيون. ڪاڏيءَ وٽ اچي لڙڪ هڪ ڦڙو بڻجي ويا، جيڪو هيٺ ڪري هن جي قميض ۾ لڪي ويو.

ماءُ سندس لڙڪ ڏسي چيو، "منهنجي پياري ڌيءَ، هڪ ڳالهه چوانءِ؟" هن جو لهجو خوشبو کي الهام جيان لڳي رهيو هو. ايڏي ناجهائيپ ۽ سرور ڀريو لهجو هن جي من ۾ پيهندو ويو.

"چئو امان."

"ڌيءَ، هي جيڪي تون لڙڪ هارين ٿي نه اِهي سهارو ناهن هوندا. ممڪن آهي، اڄ آئون اِهي ڏسي تنهنجي ڳالهه مڃان ٿي ۽ سيان

تون ٿي اهي لڙڪ وهائين، پر ان وقت اهي پڇتاون جا بہ ٿي سگهن ٿا.“ ماڻس سمجهائيندي چوڻ لڳي.

”نہ منهنجي ڀاڄهاري ماءُ نہ، مون هي فيصلو ڪرڻ کان اڳ ڪوڙ سوچيو آهي. زندگي جي سفر ۾ اڄ ڇاتو ٿئي؟ اُهو ڏسان پئي، سياڻي ڇا هوندو؟ ان جي بہ ڪٽ ڪري ڇڏي اٿم. حالتون ڪهڙيون بہ اچن آئون انهن کي فيس ڪرڻ لاءِ پلاننگ ڪري ڇڏي آهي. ٻڌاءِ امان، جيڪڏهن مون کي منهنجي خواهش جي، منهنجي سالن کان ايندڙ خواب جي تعبير ملي وڃي تہ ڇا آئون ان تعبير کي....“ خوشبوءِ جو لهجو تيز ٿيندو ويو.

سندس ماءُ ڳالهہ کي اڌ ۾ ئي ڪٽيندي چيو، ”ڌيءَ، آئون تنهنجي جذبن کي سمجهان ٿي. پر پوءِ اٿم تہ سياڻي تون پڇتائين نہ. پوءِ توکي اهو نہ چوڻو پئي تہ امتياز کي چاهڻ تنهنجي ڀُل هئي.“

خوشبو جهٽ خاموش رهي چيو، ”امان، ڇا توکي پنهنجي ڌيءَ جي فيصلي تي ويساهہ ناهي؟ ڪجهہ بہ هجي پر آئون سمجهان ٿي تہ جنهن منزل جي ڳولائو رهي آهيان، جيڪو زندگيءَ جو رستو وٺي سفر ڪيو ٿم انهيءَ جي منزل امتياز آهي. جن خوابن کي مان عجيب سمجهندي هئس، جن جي پاڳ جي خبر ئي نہ هئم سي سڀ امتياز آهن، امتياز. ها منهنجي پياري جيجل! آئون سچ ٿي چوانءِ. ان کان سواءِ آئون ويران ٿي ويندس. بلڪل سرءُ جيهي، يا وري امتياز جي سائرا کان پوءِ وڃڙي وڃڻ جهڙي ڏينهن جهڙي. آئون پري ويندس.“ هن جا لڙڪ ٻيهر ڦڙي ڦڙي ٿي، سندس پيرن تي ڪرڻ لڳا.

ماءُ هڪ ڀيرو ٻيهر اندر ۾ گهاءُ ٿيندو محسوس ڪيو. ڪرسيءَ تان اٿي کيس سيني سان لڳايو. کيس محسوس ٿيو، خوشبو ٻيهر اُهائي ننڍڙي ٿي وئي آهي، جيڪا رڀئي جي جاءِ تي ٻن رپين جي گهر ڪندي هئي تہ ٻٽس دڙڪا ڏيئي رپيو بہ نہ ڏيندو هو تہ هوءَ

سڏ ڪا پري ماءُ جي سيني سان لڳندي هئي ۽ ماءُ ڪيس رپئي جي جاءِ تي ٻہ رپيا ڏيندي هئي. هاڻي بہ هوءَ ٻڇي رهي هئي تہ ڪٿي خوشبوءَ جي اها خواهش پٽس جو دڙڪو نہ بڻجي وڃي. ڪٿي هوءَ جنهن منزل کي منزل سمجهي رهي آهي، ڪو فريب نہ هجي، دوکو نہ هجي. هن کي خوشبوءِ سان الاهي پيار هو. ٻئي ماءُ ۽ ڌيءَ هڪ ٻئي سان پيار ڪنديون هيون. عشق هُئن هڪ ٻئي سان. ڪيس سيني ڪان الڳ ڪري پنهنجي پوٽيءَ جي ڪنڌ سان سندس لڙڪ اگهيائين.

خوشبو ڪرسي تي ويٺي، هن جو اندر ڪجهہ هلڪو ٿي ويو. روئڻ سان ٿي تہ ڪجهہ نٿي سگهيو پر في الحال هن ڪجهہ سڪون محسوس ڪيو. امتياز جي ماءُ چانهہ ڪٽي آئي، "اڙي هي امتياز جو پيءُ ڪيڏانهن ويو"؟ هن اچرج وچان پڇيو.

خوشبو چيو، "اجهو اچڻ جو چئي ويو آهي." پريان امتياز ظاهر ٿيو. "چڱو، چانهہ پيئڻ وارو گراهڪ اچي ويو." هلڪا ٽهڪ گلن جي ورڪا جيان وراندي ۾ پکڙجي ويا.

# ١٤

وقار جي ڏسٽي آڱر تي چار پيرا ڪال بيل جي بٽڻ کي دٻائڻ کان رهجي وئي. هن جي دل جي ڌڙڪن تيز هئي. ڪيس ڊپ به محسوس ٿي رهيو هو ته فيصلي ڪرڻ جي به حالت نه هئس. هن گهر اڳيان اٺ ڏهه چڪر ڏنا هئا. پر ڪيس همٿ نه ٿي رهي هئي ته هو ڪال بيل جي بٽڻ کي دٻائي. پنهنجي جسم کي بي ستو محسوس ڪري رهيو هو. سوچڻ لڳو: ڇا ڪرڻ کپي؟ ڪيئن ڪيان؟ ۽ پنهنجي ڳالهه لاءِ ٻاپي جي پيءُ سان ڪٿان شروع ڪيان؟ جيڪو به ڪلاڪ اڳ ڳالهائڻ سوچيو هوم اُهو ته ياد ئي ناهي رهيو. ڪٿان ڳالهه شروع ڪيان؟ ڪيئن ڪيس پرچايان؟ گهر اچڻ به ڏيندا يا نه؟ مان ڪيڏو ڪميڻو آهيان؟ ڪيڏي وڏي زيادتي ڪري چڪو آهيان. معافي ملندي به الائي نه؟ جي معافي نه ملي ته.... ڇا ٻاپي سائرا کان سواءِ ادا امتياز... نه نه. ۽ جي اِهو سڀ ڪجهه نه ٿيو ته خوشبو. ها خوشبو کي حاصل ڪرڻ لاءِ مون کي سڀ ڪجهه ڪرڻ کپي.

خوشبوءَ جي خيال وقار جي ذهن ۾ حوصلي کي هڪ نئين سگهه عطا ڪئي. هن ڏڪندڙ آڱر سان بٽڻ دٻايو. اندر بيل وڄڻ جو آواز پنهنجي ٻڌڻ واري حس ۾ محسوس ڪندي؛ هن بٽڻ کان آڱر هٽائي ڇڏي. سندس بدن ۾ هلڪي ڏڪٽي اچي ويئي. دروازي کان ڪجهه پوئتي ٿي بيٺو. هوريان سائرا جو آواز سندس ڪنن ۾ پريو.

" ڪير آهي؟"

" مان و...و....ووو... قار آهيان ٻاپي؟" ٻاٽيءَ ۾ غوطا کائيندڙ جيان هن چيو.

" تون!!" هڪدم دروازو کليو. " هاٿي ڇا گولي هٽڻ آيو آهين، مارڻ آيو آهين؟" سائرا ڪاوڙ ۾ چيو.

وقار سندس چهري کي ڏٺو جيڪو درد وچان پيلو ٿي چڪو هو. ڀريل بدن هاڻ لڪڻ جيان ٿي ويو هئس. اکين ۾ کڏا پئجي ويا هئس. هن پنهنجي هينئين چپ کي پنهنجي ڏندن ۾ آٽي زور سان چڪ هنيو. اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس، "نه ڀاڀي!" هن هٿ ايو ڪري سلام ڪرڻ واري انداز سان لوڏيندي چيو، "مان توکان زندگيءَ جي خيرات وٺڻ آيو آهيان. ڇئن ماڻهن جي زندگيءَ جو سوال آهي."

هوءَ دروازو بند ڪرڻ لڳي ته وقار هڪدم اڳتي وڌيو ۽ چائنٺ ۾ اچي بيٺو. "ڀاڀي پليز، مون کي ٿورو وقت ڏي مان ڳالهائڻ ٿو چاهيان." هو تڪڙ ۾ ڳالهائڻ لڳو سندس اکين ۾ لڙڪ پاري جيان چلڪي رهيا هئا. "مان پنهنجي ڏوهن جي بخشش نه، پر سزا وٺڻ آيو آهيان. مان اڄ سوالي بڻجي آيو آهيان. ۽ ڀاڀي يقين ڄاڻ مون انهيءَ وقار کي گهڻو ڏيئي ڇڏيو آهي، جيڪو خود غرض ۽ ڪميڻو هو. مون ان کي ڪوڙ سزا ڏني آهي ۽ هاڻي مان به انهيءَ خود غرض وقار جي وڏيڪ سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان. بس پليز ڀاڀي، منهنجي...."

سائرا جي دل کي ڌڪڪو ضرور آيو. پر پيءُ جي بيعزتي ياد ايندي، کيس چوڻ لڳي، "وقار مهرباني ڪري هتان هليو وڃ. اسان جا سڀ رشتا تنهنجي گارين ماري ڇڏيا آهن. تنهنجي روين اسان جي سيني ناتن کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو آهي."

"ڀاڀي مان اهي پرزا ميڙڻ چاهيان ٿو." وقار تڪڙ ۾ چيو.

"وقار پليز هليو وڃ." سائرا ڏک ۽ چڙ وچان چيو.

"ڀاڀي ادا جي زندگيءَ جو واسطو اٿئي. هن کي انڌياري جيون ۾ روشني جي گهرج آهي نه ته هو انهيءَ اوندهه ۾ تڙپي تڙپي..." هو روئي پيو.

پنيان سائرا جو پيءُ اچي ويو. وقار کي ڏسندي ئي سندس سموري جسم ۾ ڪاوڙ وچان ڏڪڻي اچي وئي، "چالاءِ آيو آهين هتي؟ "

هن ذري گهٽ رڙ ڪندي چيو.

وقار اوچتو سندس پيرن تي ڪري پيو، ”چاچا، مان معافي وٺڻ آيو آهيان. جيئن چوندؤ تيئن ڪندس. ڀريل بازار ۾، چونڪ تي، جتي به اوهان چاهيو، مان پنهنجي ڪيتي جي سزا لوڙڻ لاءِ تيار آهيان.“ وقارکيس ٻانهون ٻڌي آڏو ٻيهي رهيو.

”مان چوانءِ ٿو. هليو وڃ هتان. هاڻي سڀ رستا الڳ ٿي چڪا آهن.“ ايئن چئي هو گهر اندر گهڙيو ۽ دروازو زور سان بند ڪيائين. وقار رڳو ايترو ٻڌو، ”هل ڏيءَ اندر هلئون.“ ۽ سائرا جو سڏڪو به، جيڪو هن جي دل ۽ دماغ ۾ لهندو ويو. هو دروازي جي اڳيان ويهي رهيو. سندس حالت ان زخمي جيان هئي. جيڪو نه سمهي سگهي ۽ نه ئي اٿي سگهي.

سائرا جي جيءَ کي جهٽڪو آيو. هن جي من ۾ نه چاهيندي به يادن جي رک ۾ ڪا چڻنگ ظاهر ٿي پئي. هوءَ وقار جي وڃڻ کان پوءِ پيءُ کي سمجهائڻ لڳي. پنهنجي زندگيءَ جي ڏيئي کي روشن ڪرڻ لاءِ پيءُ کان خيرات گهرڻ لڳي. کيس معافيءَ لاءِ ليلائيندي رهي ۽ هو پگهري ويو. ڌيءُ جي ڳالهه مڃي ورتائين.

وقار به سوچي ڇڏيو ته هو ناڪام گهر واپس نه ورندو ان ڪري هو شهر آيو. هوٽل تي چانهه پي، پيهر سائرا ڏانهن گهر آيو. بيل جي آواز تي هن ڀيري سائرا جي پيءُ دروازو کوليو. وقار کيس ڏسي ٻانهون ٻڌيون، ”چاچا پليز، منهنجي ڳالهه ٻڌو. مون کي ڪجهه گهڙيون اندر اچڻ ڏيو.“

هن وقار جي اکين ۾ نهار وڌي، وقار اکيون جهڪائي ڇڏيون. کيس اندر اچڻ لاءِ چيائين. وقار هوريان هوريان وکون کڻندو اندر آيو. سائرا ورانڊي کان ٻاهر آڱر تي رکيل ڪرسيءَ تي ويٺي هئي کيس سرمئي رنگ جا ڪپڙا پهريل هئا. سائرا کيس ڪنهن ويراني ۾ سج لٿي

جهڙي پهر جهڙي لڳي رهي هئي. سائرا جي پيءُ ڪانئس پڇيو، ”چئو چا ٿو چاهين؟“

وقار سندس پيرن تي ڪري پيو ۽ هيٺ گوڏا ڪوڙي ٻانهون ٻڌي چوڻ لڳو، ”چاچا مان....“ هن جا چپ خشڪ ٿي ويا. هو ائين ويٺو هو ڄڻ ڪو ياتري ديوي يا ديوتا ڪان زندگيءَ جي خيرات گهرندو هجي، ”مان هر سزا سهڻ لاءِ تيار آهيان. مون هيل تائين جيڪو ڪجهه ڪيو، اهو سمجهو ته مان نه هيس. هڪ واهيات انسان هو. جيڪو هاڻي پنهنجي روين جي هٿان مارجي چڪو آهي. چاچا، مان اوندهه ۾ ڀٽڪي رهيو هوس. مون کي روشني ملي وئي آهي. مان اِها روشني هر هنڌ ڦهلائڻ چاهيان ٿو. چاچا پليز، منهنجون خطائون معاف ڪريو.

منهنجي ڪري ادا ۽ ڀاڀي زندگيءَ جي هڪ هڪ پل پل ۾ جيترا گهاوَ کاڌا آهن. مان انهن جو ملهه ته ادا نٿو ڪري سگهان. پر خواهش اٿم ته انهن تي ڦها رکان. چاچا هاڻي ويچ توهان آهيو. هن جو ميل ئي هن جو علاج آهي. مان هن جو خدمتگار ٿي گذاريندس. ويل پل موٽي ته ڪونه ايندا آهن پر هر ايندڙ پل ۾ مان پنهنجون خوشيون به هن کي ڏيندس. چاچا، پليز!“ هو سائرا ڏانهن وڌيو. جنهنجي خشڪ اکين ۾ ساڙ محسوس ٿي رهيو هو. نيٺ رهيل لڙڪ به لڙي پيس. ”ڀاڀي، پليز. ڏس ڀاڀي، مون کي پنهنجو ننڍو ڀاءُ سمجهي معاف ڪر. مون ڪان جيڪي خطائون ٿيون آهن. انهن کي پنهنجي ٻاجهه سان معاف ڪر. سمجهه ته تنهنجي زندگيءَ جي اجري ڏينهن ۾ ڪي ڪارا ڏينهن اچي ويا هئا. ڀاڀي، پليز!“ هن جو ڳلو خشڪ ٿي ويو. سائرا جي پيءُ هڪ وڏو شوڪارو ڀريو ۽ ڪيس ڪلهن کان ونندي چيو، ”نيڪ آهي.“

وقار هن کي چيو ته في الحال ڪنهن سان به اِها ڳالهه نه ٿئي. سندس پيءُ ۽ ماءُ ايندا آهي سائرا کي وٺي ويندا. جيئن امتياز کي ايڏو سرپرائيز ملي جنهن سان هو خوش ٿي وڃي. ائين طئي ڪري هو اڏامندو اڏامندو گهر آيو.

## ١٥

جڏهن وقار پنهنجي ماءُ سان سائرا ڏانهن وڃڻ جو پيرائتو احوال ڪيو تہ ماءُ جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. وقار جي چهري تي اڻ ڳڻيون چميون ڏنائين. سندس هانءُ ڳوهيل اٽي جيان نرم ٿي پيو. پنهنجي احساسن ۾ محبتن جو مندون ايندڙيون محسوس ڪندي ڪونج جيان اوچو اڏامڻ لڳي.

اڄ جمعي جو ڏينهن هيو. وقار پنهنجي پيءُ ماءُ کي موڪلي ڇڏيو. اها ڳالهہ گهر ۾ اوچتو ظاهر ڪرڻ ٿي چاهيائون. ان جي پٽڪ نہ امتياز کي هئي نہ خوشبوءِ سندس ماءُ کي. خوشبوءَ آڳر تي ٻير جي ٽڏي ڇانوري هيٺان ويٺي هئي ۽ ڌرتيءَ تي پيل پنن ۾ نهاري رهي هئي، جيڪي وڪريا پيا هئا. سندس نظر پيرن ۾ پيل هڪ اهڙي پن تي هئي جيڪو ساواڻ ۾ پيلاڻ مائل هو.

هوءَ ٻيرجي انهيءَ پتي کي غور سان ڏسي رهي هئي. سوچي رهي هئي تہ اڄ امتياز کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏجي. سندس ماءُ پاڙي ۾ ويل هئي. امتياز ڪمري ۾ ويٺو هو. هوءَ ڏانهنس وڃڻ لاءِ اٿڻ جو سوچي رهي هئي تہ وقار گهر ۾ داخل ٿيو. سندس چپن تي اهڙي مرڪ هئي جيڪا خوشبو ڪڏهن بہ هن جي چپن تي نہ ڏٺي هئي. ڪيترين ئي معنائون ۽ ڪٿائون انهيءَ مرڪ ۾ لڪل هيون. وٽس اچي وقار چيو، "او، اڄ ٻيرجي ڇانو ۾....."

هوءَ اٿي بيٺي، "ها، ۽ ٻڙ جي گهاٽي ڇانو جي گهرجائو آهيان."

وقار ورانڊي مان ڪرسي ڪٽي آيو. سامهون ويهندي چيائينس "ويهہ." خوشبوءَ لاءِ "ويهہ" چوڻ وارو انداز بہ بلڪل نئون هيو.

هوءَ حيرانيءَ سان ويهي رهي. وقار بہ ويٺو. پنهنجا ٻئي پير گڏائي ڇڏيائين. من جي ڳالهہ چوڻ لاءِ هن پنهنجي سموري بدن جون

توانائيون پنهنجي من ۾ داخل ڪيون. ”خوشبو،“ سندس لهجي ۾ ملائي اچي وئي، ”اڄ مان هڪ اهڙي ڳالهہ چوڻ وارو آهيان. جنهن ڪي چپن تي آڻڻ جي گهرج تہ نہ هجڻ کپي. پر پوءِ بہ مان اظهارڻ چاهيان ٿو. خوشبو، خوشبوءَ مونکي.... مون ڪي.... مان هميشہ لاءِ توکي پاڻ سان ڳنڍڻ چاهيان ٿو. بلڪل ايئن جيئن ٻير جي هن ٻن جا ٻہ حصا گڏ آهن. جن ۾ رڳو هڪ لڪير آهي، جيڪا ٻن جسمن جو احساس ضرور آهي. پر پاڻ هڪ ٻن تي سگهون ٿا.“ هن آهوئي ٻن ڪنيو جيڪو ٿوري دير پهريون خوشبوءَ جي گهور جو مرڪز هيو.

خوشبوءَ حيرت وچان ڏانهنس ڏسندي رهي. ڪيس ايئن لڳو هوءَ آلي واريءَ ۾ دٻجي وئي آهي. وقار ڪانئس پڇيو، ”ناراض ٿي وئين ءَ؟“

”ووو...وقار!“ حيراني هن جي وجود ، ذهن ۽ من تي وڻ ويڙهي جيان ويڙهجي وئي، ”اهو ناممڪن آهي. مون انهيءَ انداز ۾ تولاءِ ڪڏهن بہ ناهي سوچيو. مون تہ توکي پنهنجي ڀاءُ جيان سمجهيو آهي. پر تو هي..... نہ وقار نہ.. توکي حقيقت ٻڌاياں ۽ تہ آئون تنهنجي ڀاءُ کي چاهيندي آهيان. امتياز مون لاءِ واٽ آهي. اهڙو رستو جنهن لاءِ ڀٽڪي وئي هئس. لڳيم ٿو تہ رستو مون کي مليو آهي ۽ منزل بہ ملي ويندي.“ هوءَ وقارکي اتي ڇڏي امتياز جي ڪمري ڏانهن هلي وئي.

هوا جي هلڪي جهوتي سان، ٻيرجو هڪ ٻن وقار جي هنج ۾ ڪريو، جنهن جو اڌ حصو ڪنهن جيت ڪتري ڇڏيو هو. وقار جي اکين ۾ رڻ پٽ پيدا ٿي پيو.

خوشبوءَ کي وقار جي اظهار لوڏي ڇڏيو. هن کي خبر نہ هئي تہ هو امتياز وٽ ڇالاءِ آئي آهي. ڪيس امتياز سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪرڻو هو انهيءَ ڪري جو هن کي امتياز سان پيار ٿي ويو هو. سوچون هوريان هوريان وکون کنديون هن جي ذهن کي خالي کوکي جيان ٻٽائي

چڪيون هيون. هوءَ هاڻ امتياز جي ڪمري ۾ ويٺي هئي. ڇا ٿيو هيس.
ڇو آئي هئي؟ سا سڌ ڪانئس هلي وئي. امتياز ڪيس ائين چپ ڏسي،
مرڪندي چيو، ”هيلو خوشبو، خير تہ آهي، ڇا ٿيو؟ پراڻي ڳاني جهڙو
چهرو بڻايو اٿئي.“

هوءَ چپ رهي، هن جي دل مان هڪ اظهار اڌمو ڏنو. هن جي
چهري تي اچي وينو. چاهيائين تہ امتياز اهو اظهار ڏسي وٺندو پرامتياز
جون نظرون ان وقت دروازي ڪان ٻاهر هڪ اهڙي آواز ۽ وجود ڏانهن
ڪڇي ويون. جيڪو هن جي زندگي هيو. سائراپنهنجي پيءُ ۽ سس
سهري سان امتياز جي ڪمري ۾ داخل ٿي. امتياز جي رڙ نڪري وئي.
سائرا جا چپ کليا ۽ پاڻ ۾ مليا. مرڪ سندس چپن تي پکڙجي وئي ۽
امتياز جي اکين ۾ لڙڪ پکڙجي ويا.

خوشبوءَ جي حالت ان شخص جهڙي ٿي وئي جنهن جهاز مان
ٽپ ڏنو هجي. پر مقرر حد تي اچي سندس پيراشوٽ نہ کليو هجي.
انهيءَ حالت ۾ ٻاهر وقار بہ هو.

ڪن پل جو چانورو ممتاز بخاري سنڌي ساهت گهر (98)



سنڌ جي ادبي کيتر ۾ کيترا نوان نالا، اسان مثال طور ڳڻائي سگهون ٿا. جن ۾ ممتاز بخاريءَ جو نالو به گهڻن کان گوءِ کڻي ويل آهي.

ڪهاڻي ۽ نثر ۾ هو نه رڳو لکي ٿو پر پڙهي به ٿو، سڄي دنيا جي ادب ۾ جيڪي ڪجهه ٿئي پيو، هيءَ ان تي اک رکندو ٿو اچي...

سنڌي ادبي سنگت ۾ هن هڪڙي سٺي منتظم ۽ ڄاڪوڙي جي حيثيت ۾ پنهنجو نالو ڄمايو. هن جي پيٽ پوڄا ۾ صحافت حائل ٿي وئي آهي. ان پڄ پڇان واري صحافتي دنيا ۾ اچي ادب کي هو گهربل ٽائيم نه پيو ڏئي سگهي.

سندس هن ننڍڙي ناولٽ "ڪن پل جو چانورو" پڙهڻ کانپوءِ هر ڪنهن جي من ۾ ضرور خواهش جاڳندي ته هو اڃا گهڻو لکي... اڃا گهڻو لکي... ڇو ته ان وٽ لکڻ جو سٺو ڏانءُ آهي.

ناز سنائي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ِ چاننڻ "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳَل ڪِلَبَ Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊَ، سمجھَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنھن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاڻي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـنـئـن** جـهـڙن سـوالن کـي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جواب ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)